Mirza Qaleech Taqreeroon ain Tahreeroon

Pesh Lafz

Sulh Kull ya mazhaban jee mwafiqat

Islami Taleem Namoon: a. Mazhabi ta’leem jo maqsad

# بسم الله الرحمن الرحيم
# پيش لفظ

زير نظر ڪتاب ”تقريرون ۽ تحريرون“ (پاڱو پهريون) حضـــرت شـمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ مرحوم و مغفور جن جي اڪثر انهن چيده چيده صدارتي خطبن ۽ فرمائشي تحريرن تي مشتمل آهي جي وقت بوقت، پنهنجي حياتيءَ ۾، پاڻ مرحوم جن، مختلف جلسن، جلوسن، ڪانفرنسن، مجلسن ۽ ٻين اهڙن علمي ۽ ادبي اجتماعن، ديني ۽ مذهبي، پنگتي ۽ ثقافتي يا مختلف مذاهب جي ميڙن ۽ محفلن ڪي خطاب ڪرڻ لاءِ، يا مختلف سنڌي اخبارن، رسالن يا ادارن جي فرمائش مطابق، تحرير فرمايون هيون. ســندن اهڙين ســنڌي تقريرن ۽ تحريرن جو اندازو تقريبن پنجاهه- پنجونجاهه ٿيندو، جي متنوع ۽ گوناگون مضـــامين ۽ عنوانن تي مشـــتمل آهن. ٻين ٻولين،

جهڙوڪ انگريزي، اردو ۽ فارسيءَ ۾، سندن اهڙيون لکيل تقريرون ۽ تحريرون انهن جي علاوه آهن.
ڪتاب جي هن پهرئين ڀاڱي ۾، سندن اهڙيون ڪل تيرهن چونڊ تقريرون ۽ تحريرون، مختلف مضمونن ۽ عنوانن تي، شامل ٿي سگهيون آهن. بقايا مواد انشاءَ الله تعالیٰ ڪتاب جي ٻئي ۽ ٽئين ڀاڱي ۾ پڙهندڙن جي آڏو پيش ڪيو ويندو.
معلوم رهي ته هن ڪتاب جو اصل محرڪ سنڌي ادبي بورڊ جو سابق سيڪريٽري محترم محمد ابراهيم جويو صاحب ئي آهي، جنهن جي تحرڪ ۽ مشوري سان ئي، هن ڪتاب جي ترتيب ۽ تدوين جو ڪم هٿ ۾ کنيو ويو هو، جنهن مطابق مرزا صاحب مرحوم جن جي تقريرن ۽ تحريرن سان گڏ، سندن مختلف سنڌي مڪتوبات جي پاڻ سنڌ جي نامور اديبن، عالمن، شاعرن وغيره ڏانهن لکيا هئائون ، ۽ جوابا جيڪي خط سنڌ جي اديبن، عالمن ۽ شاعرن، مرزا صاحب مرحوم جن ڏانهن لکيا هئا، هڪ خلاصي جدا باب ۾ ترتيب ڏيٺا آهن. سچ پچ ته اهي تقريرون ۽ تحريرون، مڪتوبات ۽ انهن جا جواب باصواب سنڌ جي علمي ۽ ادبي، تاريخي ۽ جغرافيائي، تهذيبي ۽ تمدني، معاشرتي ۽ ثقافتي

حـالات ۽ مـذهبي توڙي ملي روحـاني توڙي مـادي نظريات ۽ اقدار تي وڏي روشني وجهن ٿا. جيڪڏهن انهن سنڌي ادبي شهپارن کي، هڪ هنڌ جمع ڪري، شـايع نه ڪرايو ويو ته يقينن، ڪجهه عرصـي گذرڻ بعد، سـنڌ جو اهو علمي ۽ ادبي گنجينو، عدم جي اوڙاهه ۾، ائين تباهه ۽ برباد ٿي ويندو، جيئن سـنڌ جو قـديم علمي ۽ ادبي خزانو، تبـاهه ۽ بربـاد ٿي چڪو آهي. جنهن لاءِ هن وقت، اسـان مَڪ وانگي، منهن ۽ مٿو پيـا پٽيون. سـنـڌي ادبي بورڊ، انهيءَ ڏس ۾، پنهنجي وسـعت ۽ حال آهر، اگرچه گهڻو ئي ڪجهه پـاڻ پتوڙيو آهي ۽ سـنڌ جي قديمي نـايـاب ۽ نـادر ڪتابن جا متعدد نسـخا هٿ ڪري ۽ نهايت اعلى پيماني تي شـايع ڪرائي، پنهنجو پاڻ موکيو آهي، تـاهم هڪ قطري جي، هڪ قلزم، بيڪنار يا بحر، زخار سـان ڪهڙي نسـبت؟ هتي ته ڪئين علمي ۽ ادبي ادارا گهرجن، جن ۾ سـنڌي زبان جا گهڻگهرا ۽ بي لوث خـدمتگـار، مخلص ۽ محنتي اديـب ۽ عـالم، محقق ۽ ٻوليءَ جـا مـاهر، ڏينهن ۽ رات هڪٻئي ۾ مٿـاميڙ ڪري ويهن ۽ ڪلن پرزن وانگر ڪم ڪندي نه ٿڪجن، تڏهن مس وڃي ڪو اصل مقصد سِڌ ٿئي!

اهو ڪو شاعراڻو تخيل يا ڪنهن سچي پينگيي جي هوائي تمنا ڪانهي، رڳو سنڌي زبان جي ماضي قريب واري دور کي ئي ڪڏي جاچيو ته معلوم ٿيندو ته جڏهن کان انگريزي راڄ جي شروع ۾، يعني سنه 1853ع ڌاري، سنڌي زبان جي الف- ب جڙي راس ٿي تڏهن کان سنڌ جي برک هندو توڙي مسلمان اديبن ۽ عالمن، اڻورچ ٿي، سنڌي علم ادب جي هر شعبي تي، قلم فرسائي ڪئي ۽ ڏسندي ئي ڏسندي، هڪ صديءَ اندر سنڌي ادب جي ڪايا ئي پلٽي ڇڏي! انهن مخلص ۽ بي لوث، محنتي ۽ جفاڪش سنڌي اديبن ۽ عالمن مان هر هڪ پنهنجي مٿي ۽ اڪيلي سر، گويا هڪ مڪمل ادبي ادارو هو. جزاڪ الله في الدارين خيرا!

اهو سنڌي علم ادب، سنڌي زبان ۽ سنڌ جي باشندن جي بي لوث خدمت جو جذبو، بلڪ جنون ئي هو جنهن جي تحت سنڌ جي فقط هڪ ئي اولوالعزم ۽ بزرگ عالم ۽ اديب، حضرت مرحوم مرزا صاحب جن، مختلف علمن ۽ مختلف موضوعن تي قريبا چار سؤ عمدا ۽ ڪارآمد ڪتاب لکيا.

جهڙيءَ ريت نئين تعمير وقت پهرين ناهموار ۽ کڏن کوبن واري زمين کي، پنجو وجهي هموار ڪبو آهي ۽ پوءِ عمارتي سامان- سرون، گارو، چن، لوهه،

ڪاٺ، وغيره- مهيا ڪري عمارت جي پيڙهه پڌبي آهي تهڙيءَ ريت مرزا صــاحب جن ۽ سـندن لائق ۽ فائق همعصر رفيقن (سنڌ جي اديبن ۽ عالمن)، سنڌي علم ادب جي نئين تعمير ٿينــدڙ محــل ۽ قلعي لاءِ گهربل ســاز ۽ ســامان، ڪي پنهنجو ته ڪي پرائو، ڪي مينهاڻو ته ڪي ريجاڻو، ڪي مغرب مان ته ڪي مشـــرق مان، جهٽ هٽي آڻي هڪ هنڌ مهيا ۽ موجود ڪيو. اهڙيءَ ريت ســـنڌي ادب جي بي پناهه ڪوٽ جو آڙهه پري، ادبي زمين هموار ڪري پيڙهه پڌي، اوساري مٿي ڪڻڻ شروع ڪري ڏني. هاڻي اهو اســان پوين جو ئي ڪم هو ته پاڻ ۾ گڏجي، صــدق ۽ اخلاص، اُدم ۽ اورچائيءَ، جوش ۽ جذبي ســـــان، پنهنجن وڏڙن جي آڏ ۾ چڏيل اوســــاريءَ کي، اچي مچي ڪري اڳتي وڌايون ها ! ليڪن اي بســـا آرزو که خاڪ شده! افسوس جو اها اميد ۽ آرزو پوري ٿي نه ســگهي! موجوده وقت ۾ اســان کي ته اهي ســـپ ســـهولتون حاصــل آهن، جي ان زماني ۾، اســان جن وڏن کي حاصل نه هيون. اسان، بزعِم خود پاڻ کي علمي، ادبي دماغي، مالي وغيره نقطه نگاهه کان، پنهنجن وڏن جي بنسـبت بدرجها، خوشــحال ۽ ممتاز ســمجهون ٿا. اســان جي ملڪي يونيورسٽين مان هر ســـال هزارين نوجوان، بي. اي، ايم. اي، ڊاڪٽريٽ

وغيره جون عاليشـــان ڊگريون حاصـــل ڪن ٿا. حالانڪ اســـان جن بزرگن مان ڪن ڳاڻ ڳڻين کي، ايڏيون وڏيون تعليمي ڊگريون حاصـل هيون پوءِ اهو ڪهڙو ســـبب آهي، جو اهي اڄ هوند ۾ ســـپڪجهه ڪري سگهيا ۽ انهن جي برعڪس سپڪجهه هوندي به اسان ڪجهه ڪري نه سگهيا آهيون؟ هنن بزرگن، هيڏيون وڏيون علمي ۽ ادبي خدمتون بجا آنديون، جن لاءِ ڪڏهن به قوم کان ڪو صـــلو يا ٻلو طلب نه ڪيائون ۽ نه ان جي ڪڏهن تمنا ئي رکيائون، انهن جي برعڪس اســـان هڪ بي ترڪيب ۽ اڻ گهڙيل جملو ٿا لکون ته ان لاءِ به پهرين معاوضـــو ٿا طلب ڪريون! معاوضـــي يا خودغرضـــيءَ واري محنت، ڀلا قومي عشـــق ۽ اُمنگ، دلي جوش ۽ جذبي ســـان ڪيل بي لوث خدمت جو مٽ ڪيئن ٿي ســـگهندي؟ موجوده وقت ۾ اســـان کي، پنهنجي گريبان ۾ منهن وجهي، هن ســوال تي امعان نظر ســان غور ڪرڻ گهرجي ته اســـان کي، پنهنجن بزرگن وٽان ڪهڙو ادبي ورثو حاصـــل ٿيو ۽ ان جي مقابلي ۾ اســـان، پنهجن پونيرن لاءِ، ڪهڙو ادبي ســـرمـايو ڇـڏي وينداســـين؟ آمدم برســـر مطلب - هاڻي هن زير نظر ڪتاب بنسبت ڪجهه عرض ڪندس.

مرحوم مرزا صاحب جن جي هنن تقريرن ۽ تحريرن جي نمايان خصـوصـيت اها آهي ته انهن مان، سـنڌ جي هڪ عظيم شـخصـيت جو علمي توڙي ادبي، ديني توڙي ملي، اخلاقي توڙي روحاني رجحان ۽ ڪردار جهلڪي رهيو آهي. سـنڌ جي هڪ اهڙي علمي ۽ ادبي شخصيت، جنهن سنڌ جي علمي، ادبي، لسـاني، تاريخي، تهذيبي، تمدني، ثقافتي، اخلاقي، ديني، ملي، مذهبي، اخلاقي، روحاني وغيره اقدار ۽ رجحانات جو جائزو، امعان نظر سـان ورتو. ان جي ماضـيءَ کي سـمجهيو، حال کي اکين سـان ڏٺو ۽ مستقبل تي خوب غور ۽ خوض ڪيو.

هي تقريرون ۽ تحريرون، معنوي توڙي صـوري، ٻنهي صورتن کان بي انداز خصوصيتن جون حامل آهن. انهن جي اهم ترين خصوصيت اها آهي ته اهي اسان جي تهذيبي، ثقافتي، علمي، ادبي، مذهبي، ملي، اخلاقي ۽ روحاني اقدار جون آئينه دار آهن.

وري اسـلوب ۽ انداز نگارش جي نقطه نگاهه کان به هي تقريرون ۽ تحريرون، وڏي اهميت رکن ٿيون. سـنڌي نثر جي اسـاليب ۾ حضـرت مرزا صـاحب مرحوم جن جو هڪ مخصوص مرتبو ۽ مقام آهي. سـندن تحريرن جي نمايان ترين وصـف سـادگي ۽ سلاست آهي. پر انهيءَ سادگي ۽ سلاست ۾ به غضب

جي پُـــــرڪاري آهي! منجهس عبارت آرائيءَ جي ڪوشـش ورتل ڪانهي، پر هڪ تسـلسـل، تواتر ۽ رواني آهي جا سـندن افڪار ۽ خيالات جي تسـلسـل، تواتر ۽ روانـيءَ جي نتيجي جي پيداوار آهي. ســـندن لکڻيءَ ۾ بيســاختگي ۽ برجســتگي آهي، جا نظريات جي بيباڪي جي پيدا ڪيل آهي. منجهن مشـــڪل پسندي بنهه ڪانهي، ان جي برعڪس سلاست آهي، جا سـندن معنوي آســان پســنديءَ مرهون منت آهي، سندن لکڻيءَ ۾ زور آهي، جو سندن خيال جي قطعيت سـبب پيدا ٿيو آهي. سـندن طرزِ تحرير ۾ جوش آهي، جو ســـندن جذبات جي فراوانـيءَ ۽ احســـاســـات جي شـــدت جو بنيادي نتيجو آهي. ســـندن لکڻيءَ ۾ ولوله انگريزي آهي. جا سـندن نظرياتي خلوص ۽ صـداقت جي نتيجي ۾ پنهنجو پاڻ نمايان ٿي بيٺي آهي.

مرزا صاحب مرحوم جن جي طرزِ تحرير کي هڪ انهيءَ ماٺي سـمنڊ سـان تشـبيهه ڏئي سـگهجي ٿي جو دائما روان دوان ته آهي پر منجهس لهرن يا موجن جي جزر ومد جو خطرو ڪونهي. اهو سـمنڊ، جنهن ۾ ســـطحي يڪجهتي ۽ لس تـه آهي، پر چولين جي ليٿ- پيٿ، لاهـ چاڙهه ۽ موجن جو گوڙ شـــور ۽ مانداڻ هرگز ڪونهي. سـندن طرزِ تحرير ۾ هر هنڌ يڪجهتي ۽ ســـطحيت، لس ۽ رواني نظر اينـدي.

مضـــمون علمي هجي يا ادبي، ديني هجي يا مذهبي، اخلاقي هجي يا روحاني، تصوف تي هجي يا فلسفي تي، سائنس تي هجي يا تاريخ جغرافيه يا ٻين مختلف علومن تي، ســـندن تحرير جو طرز، اهوئي ســـاڳيو نظر ايندو. يعني اها ئي آســـان پســـندي، اها ئي ســلاســت، اها ئي رواني، اها ئي لس! ســـائنس، روحانيت، اخلاقيات، تفلسف، ۽ تصوف جهڙن ادق ۽ خشـــڪ ترين مضـــامين ۽ ادب جي ٻين مختلف سنگلاخ زمين تي به سندن آشــهب قلم اڏامندو نظر ايندو، ســـندن طرز، تحرير مان، قارئين جي دل ۽ دماغ تي سنڌي زبان جي قدامت، بلاغت، فصاحت، وســـعت، دامـان ۽ ٻين انهن انيڪ خوبين ۽ خصوصيتن جو بيپناه اثر ۽ رعب ڇمندو ويندو، جي دنيا جي ڪن ٻين ترقي يافته زبانن جو طره امتياز آهن ۽ انهن ۾ ممڪن ۽ موجود ٿي سگهن ٿيون.

حضـــرت مرزا صـــاحب مرحوم جن جي تقريرن ۽ تحريرن ۽ ســـندن طرزِ تحرير ۾ هر هنڌ، عالمانه انداز موجود نظر ايندو. هر مضـــمون جي بحث ۾ خلوص ۽ صـــداقت جا مناظر غالب نظر ايندا. عصبيت جو شائبو ۽ جذباتيت جو احساس مطلق نه ٿيندو. منطقي استدلال جي خصوصيت، ڪنهن به هنڌ نظر انداز ڪيل نه آهي. تحقيق ۽ ڇنڊڇاڻ جو

رجحان قدم قدم تي ملندو. مختلف علومن جا اثرات، هر هنڌ ڪارفرما نظر ايندا. سندن وسيع ترين مطالع ۽ تجربي، سندن خيالن ۾ همه گيري ۽ وسعت پيدا ڪئي آهي. زندگيءَ ۽ ان جي مسئلن جي گهري شعور ۽ حالات جي صحيح نباضيءَ سندن خيالن ۾ استحڪام ۽ تجزياتي انداز جون تمام خصوصيتون پيدا ڪيون آهن. هنن تحريرن ۽ تقريرن جي مطالع مان، هن ڳالھ جو اندازو پلي پٽ لڳائي سگهجي ٿو ته مرحوم مرزا صاحب جن مذهبي، اخلاقي، روحاني، لساني علمي ۽ ادبي نقطه نگاھ کان هڪ اعلى ارفع ۽ منفرد مقام تي بيٺل آهن.

دنيا جي مختلف مذاهب جي تعليمات، اصولن ۽ احڪامات جو جائزو، امعانِ نظر سان ورتو اٿن، جنهنڪري مذهبي مت پيد يا تعصب، عصبيت ۽ چوت چات کي پنهنجن اڪثر خطبن ۾ ننديو اٿن ۽ صلح ڪل تصوف يا هڪ عالمگير مذهب جا مبلغ بڻجي ويا آهن.

صلح ڪل يا عالمگير مذهب بابت سندن هڪ خطبي جو اقتباس مثال طور هيٺ ڏيون ٿا، جنهن مان سندن طرزِ تحرير ۽ سلاست، سادگي ۽ پرڪاريءَ جي ثابتي پڻ، پليءَ پٽ ملي سگهندي:

”سپڪنهن کي پهرين، پنهنجي مذهب کان خوب واقف ٿيڻ گهرجي، جنهنڪري (پنهنجي مذهب ۽ ٻين جي مذاهب جي) مکيه اصولن جي مقابلي ڪرڻ جو وجهه ملي ۽ جيڪو عام سچ، سڀني مذهبن ۾ موجود آهي ۽ جوهر وانگر لڪل آهي، سو معلوم ٿي سگهي. ان لاءِ جدا جدا مذهبن جي ڪتابن پڙهڻ ۾ اعتراض نه هئڻ گهرجي. انهيءَ طرح هڪڙو ماڻهو، جڻ ته گهڻن مذهبن وارو ٿي سگهي ٿو يا گهڻا مذهب گڏجي، هڪڙو مذهب ٿي سگهن ٿا ۽ هر قسم جي مذهب يا قوم جي هڪڙي گڏيل برادري قائم ٿي سگهي ٿي..... اهڙي برادري ۾ شامل هئڻ ڪري، هنن جي هڪٻئي سان پائپيءَ واري محبت رهندي، ۽ هڪٻين جي بزرگن لاءِ هنن کي تعظيم ۽ عزت رهندي. انهيءَ طرح دنيا ۾ جڻ هڪڙي قسم جو وڏو عام عالمگير مذهب قائم ٿي سگهي ٿو. اهڙو صلح ڪل وارو مذهب، صوفين جو آهي، جو هڪڙو طبيعي ۽ اخلاقي ۽ سچو پچو عام انساني مذهب آهي.“

حضرت مرزا صاحب مرحوم جن جي خيالات يا سندن سوچ ۽ سمجهه، فڪر ۽ تدبر جي بلنديءَ کي جيڪڏهن جاچڻو هجي ته سندن اهي تقريرون ۽ تحريرون پڙهجن، جن ۾ پاڻ خصوصن مذهبي،

اخلاقي، روحاني، علمي، ادبي ۽ حڪمت يا فلسفي يا تصوف جي خيالات جو اظهار ڪرڻ فرمايو اٿن.
اسان کي يقين واثق آهي ته مرزا صاحب مرحوم جن جي تقريرن ۽ تحريرن تي مشتمل هيءُ ڪتاب سنڌي علم ۽ ادب ۾ هڪ ممتاز ۽ منفرد مقام حاصل ڪندو ۽ ان ۾ ترقيءَ ۽ اضافي جو باعث بڻبو.
پڇاڙيءَ ۾ سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد جي موجوده لائق ۽ فائق سيڪريٽري قبله ڊاڪٽر سيد اسد الله شاهه صاحب جن جو دليؤن ۽ جانيوءَن شڪريه بجا آڻيان ٿو، جن جي نيڪ مشورن ۽ ڪوششن سان، هن ڪتاب جو پهريون حصو زيورِ طبع سان آراسته وپيراسته ٿي پايهء تڪميل تي پهچي چڪو آهي ۽ ڪتاب جا باقي رهيل به پاڱا پڻ، انشاءَ الله تعالى سگهوئي قارئين ڪرام جي هٿن ۾ پهچي ويندا.
فقط والسلام
اجمل بيگ ق. مرزا
حيدرآباد سنڌ
13- فيروري سن 1970ع
6- ذوالحج سن 1389ھ

[1]

# صلح ڪل
# يا
# مذهبن جي موافقت*

اڪثر ڏسڻ ۾ ٿو اچي ته جدا جدا مذهبن وارا اڪثر هڪٻئي جا دشمن ٿيندا آهن. پر سوال اهو آهي ته ائين هئڻ ضروري ۽ مناسب آهي ڇا ۽ جدا جدا مذهبن وارن جو پاڻ ۾ اتفاق ۽ سلوڪ ۽ موافقت رکڻ ناممڪن آهي ڇا؟ هيٺ ڏيکاربو ته انهن جي وچ ۾ موافقت ۽ دوستي ممڪن ۽ مناسب ۽ ضروري آهي.

هاڻوڪي زماني جي رواج موجب اهو قاعدو عام ٿي ويو آهي ته هڪڙي مذهب واري کي ٻئي مذهب واري سان دوستي يا واسطو رکڻ نه گهرجي ۽ انهن کي پنهنجو دشمن سمجهڻ گهرجي. دوستي ۽ محبت ۽ مروت ته دل جي ڳالهه آهي پر ظاهري گڏ اٿڻ ويهڻ ۽ صحبت ڪرڻ ۽ کائڻ پيئڻ جي به ڪٿي ڪٿي منع ٿيل آهي. اها راءِ نه فقط عام جاهلن جي آهي، پر

وڏن وڏن عالمن جي آهي. مسلمان ۽ ڪافر، اصل
ڪان دشمن سمجهبا آيا آهن ۽ انهيءَ ڪري هو
هڪٻئي سان ڪنهن به طرح جو واهپو نٿا رکن.
اهڙي سخت منع ڪرڻ جو اهو ئي سبب آهي ته
اهي مذهبي تعصبي عالم وسهن ٿا ته عام جاهل ۽
اڻپڙهيل يا گهٽ پڙهيل ماڻهو اڪثر پنهنجي مذهب
جي اصولن مان ۽ انهن جي ظاهري صورت يا
باطني حقيقت مان پوري طرح واقف ناهن تنهنڪري
ٻن مذهبن وارن سان گڏ ۽ گستاخ رهڻ ڪري،
امڪان آهي ته پنهنجو مذهب ڇڏي، ڦري ٻئي مذهب
جا ٿي پون، تنهنڪري اصل اهڙي دوستيءَ ۽
گستاخيءَ جي سخت منع ڪرڻ ڪپي. ساڳئي سبب
ڪري اهڙن ماڻهن کي منع ٿيل آهي ته ڪنهين سان
به مذهبي بحث مباحثو ۽ حجت دليل نه ڪن. بلڪ
قابل ماڻهو به مذهبي بحث مباحثي کان گوشو ڪندا
آهن ته متان گهٽ پڙهيل يا غير واقف به انهن وانگي
هلت ڪن ۽ پاڻ کي نقصان پهچائين. پر حقيقت ٻيءَ
طرح آهي. عام ماڻهن جو اعتقاد ڪم فهميءَ ۽ بي
علميءَ ڪري پاڻ زياده پڪو ٿو ٿئي. انهن جو
تعصب نهايت سخت ٿو ٿئي. هو مذهبي اعتقاد،
حقيقت ڄاڻڻ کان سواءِ ٿا ڪن ۽ انهن کي، سچائي ۽
ايمان جي پرک ٿا سمجهن. عقل هلائي، جانچ ۽

آزمودي ڪان پوءِ ڪنهن ڳالھ تي ايمان ۽ اعتقاد آڻڻ، ڪفر ۽ بي ايماني ٿا ڄاڻن. جنهن ڳالھ ٿي يڪدفعي ٻڌڻ ســـان انهن جو اعتقاد ڄمي ويو، تنهن تان هو ڪڏهن بـه هٽڻ جا نـاهن. پوءِ ڪهڙا بـه دليل ڪو ســـندن پيش ڪندو. اهڙا ڪم فهم ۽ نادان ۽ ســـخت تعصب وارا ماڻهو اڪثر ڪج فهم ۽ ڪج بحث ٿيندا آهن. لقمان ۽ افلاطون جهڙا حڪيم ۽ فيلســـوف به هنن کي ســـندن راءِ جي برخلاف ڪا ڳالـھ قبول ڪرائي نه سگهندا. هين پهاڪي جي پارسي مصراع مشهور آهي ته:

صد فلاطون را يکي کج بحث ملزم ميکند

پنهنجي اعتقاد کان ڦرڻ جو ڊپ، عقل ۽ علم وارن ۾ زياده آهي. شڪ شبها ۽ اعتراض به انهن جي دل ۾ گهڻا پيدا ٿيندا. اهي آســانيءَ ســان ســســت اعتقاد ٿي سگهن ٿا. انهيءَ ڪري چوندا آهن ۽ اهڙي حديث به ته آهي ته بهشت بُـــلهن جي جاءِ آهي يعني نادان ۽ پورڙا مـاڻهو گهڻا بهشـــت ۾ ويندا، جو اهي اڪيون پوري ويســـاه ڪندا آهن ۽ ايمان آڻيندا آهن ۽ عام مـاڻهو، ســـچو مريد بـه اهو ڄـاڻندا آهن، جو اڪيون پوري ڪنهن پير جو مريد ٿئي ۽ انهن جي ڳـالهين تي اعتبـار ڪري، اهو جو چڪـاس ۽ جـانچ ڪري عقل هلائي، پوءِ مريد ٿئي، تنهنڪري اهڙن عام ۽

رواجي ماڻهن کي ته ٻين مذهبن سان گڏ رهڻ، واسطي ۽ سلوڪ رکڻ ڪري، ڪنهن به قسم جو ڏپ ڪونهي، انهيءَ ڪري ئي آهي ته اونهن خيالن ۽ فلسفي حقيقتن جي نازڪ ۽ باريڪ سمجهاڻي، اهڙن ماڻهن کي ڏيڻ جي منع ٿيل آهي ۽ انهن کي اهڙيون ڳالهيون، اهڙيءَ عبارت ۽ اهڙن مثالن ۽ تشبيهن سان سمجهائڻ گهرجي، جي هنن کي آسانيءَ سان سمجهه ۾ اچي سگهن. اها به پهاڪي جهڙي حديث آهي ته ”ڪلم الناس علي قدر عقولهم“ يعني ماڻهن سان، سندن عقل جي انداز موجب ڳالهه ٻولهه ڪجي. انهيءَ ڪري گهڻن مذهبي ڳاليهن جون ٻه معنائون آهن: هڪڙي ظاهري، رواجي يا عام ۽ ٻي باطني، حقيقي يا خاص. پهرين گهڻن جي لاءِ آهي ۽ پوئين خاص ٿورن لاءِ، پهرين شريعت وارن لاءِ ۽ ٻي طريقت يا معرفت يا حقيقت وارن لاءِ.

دوستي يا محبت، همدرديءَ مان پيدا ٿئي ٿي ۽ همدردي ٻن قسمن جي آهي- هڪڙي هم مذهبيءَ جي، ۽ ٻي هم جنسيءَ جي. پهرئين قسم جي همدردي يا ڪشش، انهن ماڻهن جي وچ ۾ ٿي ٿئي، جي هڪڙي مذهب جا ٿا ٿين، پوءِ ڪهڙي به قوم يا ملڪ يا ذات جا هجن. اهڙو ڪو نيڪ ۽ پڙهيل بزرگ پنهنجن هم مذهبن وارن وٽ عزت ۽ محبت

پائيندو آهي، اگرچه اهي ان جا واقف به نه هوندا. هر ڪنهن مذهب وارن جو اهو حال آه- چا هندو، چا مسلمان چا ٻيا. ٻئي قسم جي همدردي، همجنس يا هم ذات مخلوقن جي وچ ۾ ٿي رهي، جا نه فقط انسانن سان لاڳو آهي، پر حيوانن سان به، چالاءِ جو اها طبيعي ۽ سڀائي آهي. هڪڙي جنس يا ذات جا ساهوارا، هڪٻئي ڏي ڇڪبا آهن، جيئن فارسي بيت آهي ته ڪندهم جنس باهم جنس پرواز، ڪبوتر با ڪبوتر، باز با باز. تنهنڪري اها حيواني طبيعي ڪشش يا محبت يا همدردي، انسانن يا آدمزادن جي وچ ۾ خاص طرح آهي، چا لاءِ جو انسان لفظ انس مان نڪتل آهي ۽ اها همدردي، آدميت جي ڪري، انهن ۾ ٻين حيوانن يا مخلوقن ڪان زياده هئڻ گهرجي. جو انسان اشرف المخلوقات آهي ۽ آدم جي اولاد هئڻ سبب سڀئي هڪٻئي جا ڀائر ٿيا يا هڪڙي جسم جا عضوا ٿيا ۽ تنهنڪري منجهن همدردي زياده آهي ۽ هڪڙي کي ايذا اچڻ ڪري ٻين کي بي آرام ٿيڻ گهرجي. جيئن شيخ سعديءَ چيو آهي ته (شعر)

بني آدم اعضائي - که از آفرينش يکديگرند زيک جوهرند.
چو عضوي بدرد - دگر عضوها را آورد روزگار نماند قرار.

تـو كـز مـحـنـت - نشـــايد كه نامت
ديگران بيغمي نهند آدمي.

هاڻي ڏســـڻ ۾ ايندو ته مٿين ٻن قســـمن جي همدردين مـان، پوئين مقدم ۽ ضـــروري آهي يعني طبيعي ۽ همجنسيءَ جي، ۽ پهرين انهيءَ ۾ سمائجي وڃي ٿي، ســـڀڪو مـاڻهو، پهرين آدمي آهي ۽ پوءِ هنـدو يـا مسلمان يا ڪو ٻئي مذهب يا قوم يا ملڪ جو ماڻهو. دنيا جو ســـارو انتظام، انهيءَ پوئين همدرديءَ تي منحصـر آهي، جا اصـل ۽ بنيادي آهي ۽ ٻي فرعي يا انهيءَ جي هڪڙي شـــاخ آهي. هڪڙي طبيعي يـا قدرتي آهي ۽ ٻي مصـــنوعي يا هٿرادو آهي. جيڪو پيار پيءُ ماءُ كي اولاد جي لاءِ يا اولاد كي پيءُ ماءُ جي لاءِ، پائن ۽ پيڻن كي هڪبئي جي لاءِ، مڙس كي زال جي لاءِ ۽ زال كـي مـڙس جـي لاءِ يـا ماڻهـوءَ كي پـنهـنجـن پاڙيـسـرين يا هم وطنن يا هم قومن لاءِ ٿو ٿئي. سو طبيعي ۽ قدرتي قسم جو آهي. ائين ڪين آهي ته پيءُ ماءُ اولاد كي انهيءَ لاءِ ٿا پيار ڪن ته هو وڏا ٿيندا ۽ سندن مذهب جا ٿيندا. برابر هم مذهبن لاءِ به پيار ٿئي ٿو پر مٿئين ســبب ڪري جو اهو به انســانيت ۽ آدميت جو فقط هڪڙو جزو آهي. نه مكه يا مقدم جزو، ڇا لاءِ جو اهڙو ســاڳيو سـڀني جانورن ۽ ٻين ســـاه وارن ۾ بـه موجود آهي ۽ تنهنڪري

طبيعي ۽ قدرتي چئبو، انهيءَ مان ظاهر آهي ته اهي مٿيون ٻنهي قســـمن جون همــدرديون يــا محبتون، هڪٻئي جون ضــد يا مخالف ناهن، ســاڳئي هڪڙي ماڻهوءَ ۾ علحدن قســـمن جي ماڻهن لاءِ موجود ٿي سـگهن ٿيون. مذهبي شـوق هن ٻي قدرتي محبت جي برخلاف ناهي ته ڪنهن ٻئي مذهب واري جو ڪيل احســـان، ماڻهوءَ کي وســـري وڃي ٿو ۽ خوش نٿو ڪري، يا انهيءَ جي دوســـتي رنج پيدا ٿي ڪري. دنيا ۾ ماڻهوءَ کي، هزارن قســـمن جي ماڻهن ســـان واسـطو رکڻو ٿو ٿئي ۽ انهن جو محتاج ٿيڻو ٿو پوي، پر جي مذهب جي اهڙي روڪ قائم هجي ته ماڻهوءَ کي ڏاڍي مشـــڪلات درپيش اچي ۽ حياتي جيڪر ڏاڍي ڏکي گذري! دنيا ۾ رهڻ لاءِ دوست دشمن سان گڏ گذارڻو ٿو پوي ۽ ٻنهي ســـان رس رکڻو ٿو پوي. تڏهن خير جو وقت ٿو گذري. نه فقط هن دنيا جي لاءِ ائين آهي پر هن دنيـا جي لاءِ بـه، چـا لاءِ جو هيءَ دنيا، آخرت جي ٻني آهي، جيئن حديث ۾ آهي ته الدنيا مزرعته الآخرة- جيڪي هتي پوکبو ســو هتي لڻبو. حافظ جو بيت به ائين ٿو چوي ته (بيت)

آسائشِ دو گيتي تفسيرِ اين دو حرف ست

بادوستان مروت با دشمنان مدارا

جزاءُ سيئة سيئة بمثلها

هيءَ هو توريت جو حڪم. فمن عفى واصلح فاجره علي الله اهو ٿيو انجيل جو ۽ قرآن جو حڪم.
سچ آهي ته ڪي ٿورا اهڙا ماڻهو هوندا جن ۾ مذهبي شوق حد کا گهٽو هوندو، جنهن کي تعصب ٿو چئجي، پر انهيءَ ڪري ٻيا سڀ دنيائي واسطا ٽٽي نٿا وڃن ۽ اهڙي قسم جي بيحد تعصب کي ڪو به پسند نٿو ڪري. اها ڳالهه به سچي آهي ته جڏهن هڪڙي مذهبي وارو، ٻئي مذهب واري کي يا انهيءَ مذهب جي بانيءَ يا انهيءَ جي ڪن اصولن جي نسبت ۾ ڪا نامناسب ڳالهه يا ٺوڪ يا ٺٺولي ٿو ڪري يا ڪي بد چوي ٿو، تڏهن البته ماڻهوءَ کي رنج ٿئي ٿو ۽ ڪاوڙ اچي ٿي ۽ انهيءَ جي بدلي ۾ هن کي به هن ٻئي جي مذهب جي برخلاف ڪي چوڻو ٿئي ٿو ۽ انهيءَ ڪري، مذهبي جهيڙا جنگيون ٿين ٿيون، پر اهڙي قسم جا جهيڙا، ملڪيت ۽ ورثي ۽ زر ۽ زمين ۽ ڪيترين ٻين ڳالهين جي تڪرارن ڪري به ٿي سگهن ٿا. ائين ڪين چئبو ته دنيا جا سڀ جهيڙا مذهب جي ڪري ٿا ٿين. اهڙن سببن ڪري ته به پائر به ۽ پيءُ پٽ به پاڻ ۾ تڪرار ڪري، وڙهي سگهن ٿا. پر اهڙن وقتن تي به صبر ۽ تحمل ڪرڻ جي لاءِ پاڪ ڪتابن ۾، توڙي اخلاقي ڪتابن ۾، حڪم آيل آهن. تنهن کان سواءِ

اسان کي ڪهڙو حق آهي ته اهڙو بيواجبي تعصب رکون ۽ پنهنجي مذهب کان سواءِ ٻئي مذهب کي نفرت وارو سمجهون ۽ انهيءَ کي بد چئون ۽ انهيءَ جي برخلاف لکون يا ڳالهايون؟ اسان کي خبر آهي ته ٻئي مذهب واري کي به اهڙو ساڳيو حق آهي ۽ هو به ائين ڪري سگهي ٿو! مذهب دل جي لاءِ آهي ۽ دل جو رايو يا رغبت هر ڪنهن کي، پنهنجن خيالن ۽ پنهنجي علم ۽ عقل ۽ آزمودي ۽ ضمير موجب ٿي سگهي ٿو. ڪيترين ئي ڳالهيون آهن، جن جي نسبت ۾ جدا جدا ماڻهن جون رايا ۽ ويساهه آهن، پوءِ انهيءَ ڪري ضروري آهي ڇا ته اهي سڀ پاڻ ۾ تڪرار ڪن يا وڙهن يا هڪڙن کي ٻين ڏي ذڪار يا نفرت دل ۾ رهي؟ مثلا سمجهو ته هڪڙو شهر آهي، جنهن جي آب هوا تمام چڱي ۽ مشهور آهي ۽ آزمودن سان معلوم ٿيو آهي ته بيمار به اتي وڃي رهڻ ڪري چڱا ڀلا ٿي پيا آهن ۽ اتي رهڻ وارا اڪثر تندرست ٿا رهن. يا وري سمجهو ته هڪڙي دوا آهي جا ڪنهن خاص مرض لاءِ نهايت عمدي ۽ اثر واري ۽ مجرب وسهيل آهي. هاڻي ڪو ماڻهو آهي، سو چوي ٿو ته ائين ناهي، انهيءَ شهر جي آب هوا تمام خراب آهي ۽ تندرست ماڻهو کي به اتي رهڻ ڪري بيمار ڪريو ڇڏي يا

اهـا دوا، انهيءَ مرض لاءِ بـالـڪـل بي اثر آهي ۽ نقصـان ٿي پهچائي ته هن جي انهيءَ مخالف راءِ جي ڪري اســين هن کي ڌڪاريـنداســين ڇا يا نقصـــان پهچائينداسين ڇا؟ فقط هيترو ڄاڻنداسين ته هي جاهل آهي، غـافـل آهي، نـاآزمودگـار آهي، هوڏي يـا بحثي آهي، پر اها ٻي ڳالھ آهي. مذهب جو به اهو حال هئڻ گهرجي. ڪنهن ٻيءَ ماڻهوءَ کي، منهنجي مذهب جي خوبيءَ ۽ اصـــولن جي پڪائيءَ جي پوري خبر نه هوندي تنهنڪري منهنجي مذهب ۾ داخل نه ٿو ٿئي پر انهيءَ ڪري مون کي ڪهڙو حق آهي ته انهيءَ کي ڌڪاريان يا انهيءَ سـان دنيا جو ڪو به واسـطو نه رکان؟ قرآن ۾ منع ٿيل آهي ته ٻين مذهبن وارن کي، بلڪ جي خدا جي هســتيءَ کان منڪر آهن يا جي گهڻا خدا ٿا رکن ۽ جن کي ڪافر يا مشـرڪ ٿو چئجي، تن کي به بد نه چئو جو انهيءَ ڪري هو به اسان جي سچي خدا کي بد چوندا ۽ انهيءَ ڪري ڇڻ ته اسين پنهنجي خدا کي ٻين کان هٿ وٺي گاريون ٿا ڏيـاريون ۽ اهو ڇڻ تـه هـڪڙو گنـاھ ٿـا ڪريون، هدايت خدا جي هٿ ۾ آهي، اهو گمراھ کي به سـنئين رستي تي آڻي ٿو سگهي، اسان جي نفرت يا ڌڪار يا دشمني، ٻـِـــي بيواجبي هلت يا تعصب ڪري، ڪو ماڻهو سچي مذهب تي اچي نه سگهندو. لا تسبوالذين

يدعون من دون الله ويسبوا الله عدوا بغير علم (سورت انعـام) گهڻو گهڻو تـه اســين فقط هيترو ڪري ٿـا ســگهون ته جڏهن ذاريون ماڻهو، اســان ڪان پڇي ته اوهان جي مذهب جا مکيه اصـول ڪهڙا آهن، تڏهن اســين اهي هن کي بيان ڪري ٻڌايون - بس. ظلم ۽ زور زبردســتيءَ ســان ٻئي مذهب واري کي پنهنجي مذهب تي آڻڻ ڪان قرآن ۾ ســخت منع آهي. لا اڪراه في الدين. انهيءَ جو شــاهد آهي. ســچ آهي ته قرآن ۾ ڪن هنڌن تي لکيل آهي ته مســلمانن کي، مســلمانن ڪان سواءِ ٻين سان دوستي رکڻ نه گهرجي. اتي ٻين جي معنى آهي يهودي يا عيسـائي يا سـتاره پرسـت - يعني خدا ۽ رســـول جا دشـــمن، جن انهيءَ وقت، مســـلمانن جي نبيءَ ۽ ان جي پيروي ڪندڙن کي، نهايت سـتايو ٿي ۽ انهن ســان چڱيون ٿي ڪيائون ۽ انهن مان ڪيترن جاسـوسـن، مسلمانن سـان دوسـتي رکي انهن جا ڳجهه معلوم ٿي ڪيا ۽ انهن جو فائدو وٺي، انهن کي نقصـــان ۽ ايذاءُ ٿي رســـايائون. انهن ڪان پاڻ بچائڻ لاءِ ۽ خوف ڪان سـلامتيءَ جو رسـتو جاڻي، ائين ڪرڻ لاءِ تـاڪيد ڪيو ويو هو. نـه تـه پوءِ جنگ بند ٿيڻ يا صـلح ۽ عهد نامن ٿيڻ جي حالت ۾ ســـب واســـطا قائم رهندا آيا. ڏيتي ليتي، واپار، نوڪري ۽ پورهيو، ســـب عام طرح، ســواءِ مذهبي

تعصـــب جي هلندو رهيو، يعني دشــمني گم ٿي وڃڻ جي ڪري، دوســـتي قـائم ٿي وينـدي هئي.“ بلـڪ ڪيترا ٻين مذهبن وارا حضــرت جن وٽ ايندا هئا ۽ اچي مهمان ٿيندا هئا ته انهن کي کاڌو پيتو ته ملندو هو، پر هنن کي، پنهنجي مـذهـب موجـب عبـادت ڪرڻ لاءِ بــه خلاصـــي جـاءِ ڏني وينـدي هئي، جيڪڏهن ٻين مـذهبن لاءِ نفرت ڪرڻ ۽ انهن جي معتقدن ســـان دوســـتي نه رکڻ جو حڪم هجي ها ته اسلام سڀ کان خراب مذهب معلوم ٿئي ها ۽ ٻين کي انهيءَ ڪري ڏانهس نفرت پـاڻ زيـاده ٿئي هـا، پر اســلام اهڙن چڱن اخلاقن ڪري ته ٻين ڏي ڪشـش پيدا ڪئي ۽ مسلمانن جو تعداد وڌندو ويو.

قرآن شـــريف ۾ هيءَ آيت آيل آهي: ”خدا اوهان کي منع نٿو ڪري ته جي ماڻهو اوهان ســـان مذهب جي ڪري نٿا وڙهن ۽ جي اوهان کي پنهنجن گهرن مان هڪالي نٿا ڪڍن تن ســـان مروت ۽ مهربانيءَ جي هلـت ڪريو، ڇـا لاءِ جو خـدا انصــــاف وارن کي دوست رکي ٿو. جيڪي اوهان سان وڙهيا آهن ۽ جن اوهـان کي پنهنجي وطن مـان هڪـالي ڪـڍيو آهي، فقط تن سـان دوسـتي رکڻ کان منع ٿو ڪري. ڇا لاءِ جو اهي مـاڻهو ظلم ۽ زبردســـتي ڪندڙ آهن.“ لا ينهٰـــــــــــــكم الله عن الذين لم يقاتلوكم في الدين ولم

يخرجوكم من دياركم ان تبروا و تقســطو اليهم ان الله يحب المقســطين- انما ينهكم الله عن الذين قاتلوكم في الدين واخرجوكم من دياركم وظاهرو اعلیٰ اخراجكم ان تولوهم ومن بتولهم فاولـٰـئک هم الظالمون. انهيءَ مان ظاهر آهي ته مسلمانن کي ٻين مذهبن وارن سان دوستي رکڻ يا مهرباني ڪرڻ کان منع ٿيل ڪانهي. مسلمانن جي نبيءَ پاڻ اهڙن ڌارين ماڻهن جي دعوت تي وڃڻ ۽ انهن جي تحفن ۽ ســوکڙين وٺڻ کــان اعتراض ڪونـه آنـدو هو. نـه فقط ٻين مـذهبن وارن ســان مروت ۽ مهربانيءَ ڪرڻ جو مســلمانن کي تاڪيد ڪيل آهي، بلڪ اهڙن بادشــاهن ۽ حاڪمن جي تابعداري ۽ انهن جي برخلاف فساد نه ڪرڻ جو حڪم به ڪيل آهي ۽ اهڙن ماڻهن سـان ڪيل وعدي يـا انجـام جي پورائيءَ جو بـه تـاڪيد ڪيـل آهي. انهيءَ مان ثابت آهي ته انســانيت ۽ قوميت جي گهڻي نظر رکڻي آهي. ســپ ڪنهن قوم جي لاءِ يا ســپ ڪنهن زمـاني ۾ خـدا تعـالیٰ، انهن جي لاءِ هڪڙو هدايت ڪندڙ پيدا ڪيو آهي. فِان مِن امته الا خذ فيها نذير. اهي تعظيم جا لائق آهن، نه ڌڪار جا. ٻين مذهبن وارن مان به جيڪي اهل ڪتاب آهن يعني عيســائي، يهودي وغيره، تن ســان خاص طرح جي مروت ۽ مهربانيءَ جو حڪم آهي، جو گهڻين ڳالهين

۾، انهن جي، اســلام ســان مشــابهت ۽ موافقت آهي. مسلمانن کي انهن اهل ڪتاب وارن مان شادي ڪرڻ جي اجازت آهي. انهن زالن مان ٿيل اولاد کي پنهنجن مـائن ۽ انهن جي مـائٽن ڏي محبت ڪانـه هوندي چا؟يا اهڙن مڙســـن کي پنهنجي زالن يا انهن جي مائٽن سان مروت ۽ مهرباني ۽ پيار جي هلت ڪرڻ لاءِ خواهش نه ٿيندي هوندي چا؟ ســاڳيءَ طرح انهن ٻين مذهبن وارن جي محبت، هنن ســـان ضـــرور هوندي. اهڙي صــورت ۾ ڪيئن اســلام، ٻين مذهبن وارن سـان دشـمني ۽ مخالفت رکڻ جو تاڪيد ڪندو هوندو؟ اســلام اڳوڻن پاڪ ڪتابن جي تصـــديق ٿو ڪري، ســو انهن جي معتقدن جي برخلاف ڪيئن حڪم ڪندو؟ اسلام شروع کان سڀني چڱن اخلاقن جي تعليم ۽ تعميل جو تاڪيد ڪندڙ آهي ۽ مســلمانن جي نبيءَ جي خـاص تعريف ئي انهن چڱن اخلاقن ڪري آهي. اڳوڻي وقت کي ڇڏي هاڻوڪي پوئين زماني ۾ به ڪيترن هنڌ تي ڪيترن وڏن ڪمن ۾ به مســلمانن ۽ ٻين مذهبن وارن گڏجي ڪم پئي ڪيو آهي ۽ هڪٻئي کي مـدد پئي ڪئي اٿن. مثـال لاءِ ڪريميا جي جنگ وٺو جنهن کي ٿورا ورهه گذريا آهن. انهيءَ ۾ انگريز ۽ ترڪ گـڏجي روس وارن ســان وڙهيا. جيڪا مدد انگريزي ڪرسـچن ماڻهن،

ترڪي مسلمانن کي ڏني ۽ ڪين ٻي ظالم عيسائي قوم جي ظلم ۽ زبردستيءَ کان ڇڏايائون، تنهنجي لاءِ ترڪي جي سلطان ۽ ٻين مسلمانن، پاڻ کي انگريزن جو احسانمند نه سمجهيو هوندو ڇا؟ ۽ انهن سان دوستي ۽ مروت ۽ مهرباني ڪرڻ نه گهري هوندائون ڇا؟ پر بخارا جي خان پنهنجن ملن ۽ مولوين جي صلاح تي لڳي، اهڙيءَ دوستي رکڻ کان منهن موڙيو، تنهنڪري نقصان پهتن ۽ پشيمان ٿيا. ساڳيءَ طرح گهڻن ملڪن ۾ ملن ۽ مولوين جي تنگ نظريءَ ڪري، عام مسلمانن کي، ٻين مذهبن وارن سان دوستي رکڻ يا مروت ۽ مهرباني ڪرڻ کان ٻي روڪيو آهي ۽ انهيءَ بابت ڪيلن حڪمن جي سمجهاڻي ٻيءَ طرح ٻي ڏني آهي، جنهن جو نتيجو اهو ٿيو آهي ته انسانيت ۽ آدميت جو ناتو نڪري ويو ۽ مذهبي تعصب حد درجي کان وڌي ويو آهي، جنهنڪري فساد ۽ مخالفت پيدا ٿي آهي، نه فقط ذارين ۽ ٻين مذهبن وارن سان پر خود اسلام جي اندروني فرقن منجهه، پنهنجي پاڻ ۾ به، هر هڪ مذهب ۾ ٿورا گهڻا فرقا آهن، مگر اسلام ۾ سڀني کان گهڻا آهن، يعني ٻاهتر. انهن جي پنهنجي پاڻ ۾ جنگ لڳل آهي ۽ هڪٻئي کي دشمن سمجهن ٿا ۽ هڪٻئي جي برخلاف لکن ٿا ۽ ڳالهائن ٿا. ليڪن مناسب ائين

آهي ته پنهنجي مذهب جي فرقن جي مخالفت ته ڇڏي ڏجي، پر ٻين مذهبن وارن سان به ڇڏي ڏجي ۽ انهن سان به سلوڪ ۾ رهجي ۽ صلح رکجي.
مسلمانن ۾ تصوف واري مذهب جا گهڻو ڪري اهڙا ئي اصول آهن، يعني صلح ڪل جا، جنهن موجب هنن کي سڀني مذهبن سان صلح رکڻو ٿو ٿئي ۽ اهي، ڪنهن جي به برخلاف ناهن بلڪ ٻين جي مذهبن ۽ انهن جي بانين کي تعظيم ٿا ڏين ۽ بد نٿا چون، جو انهن جو سڀ کان وڏو اصول آهي، ڪنهن به بني آدم کي حتي المقدور نه رنجائڻ. انهيءَ ڪري اڪثر چئبو آهي ته الصوفي لا مذهب له يعني صوفيءَ جو ڪو به مذهب ڪونهي. ٻين لفظن ۾ ته سڀ مذهب، صوفيءَ جا آهن. حقيقت ۾ هينئر اهو زمانو آيو آهي جڏهن سڀ ڪنهن کي مذهبي تعصبي خيال وساري، عام طبيعي يا سپائي خيال رکڻ گهرجن ۽ مذهب جي نسبت ۾ پنهنجي دل جي راءِ وساري، پهرين انسانيت يا آدميت جو خيال رکڻ گهرجي، جو سڀ ڪو ماڻهو، پهرين انسان يا بني آدم يا خدا جو بندو ۽ مخلوق آهي، پوءِ عقل يا سمجهه اچڻ تي، هڪڙي نه ٻئي مذهب تي اچي ٿو. انهيءَ پهرينءَ انسانيت واري حالت کي، قرآن ۾ "اسلام" سڏيل آهي ۽ هڪڙيءَ آيت ۾ آهي ته سڀ ڪو انسان،

پهرين اسلام تي چمي ٿو پوءِ اهو عيسائي يا يهودي يا ڪنهن ٻئي مذهب وارو ٿئي ٿو. اسان ڪي الصلح خير جو حڪم آهي. سڀني سان صلح ۾ رهڻ بهتر آهي. اهو آهي صحيح ڪل.
امام محمد غزالي، وڏو عالم ٿي گذريو آهي. اهو به پنهنجي مذهب جو سخت پابند هو، پر پوءِ بغداد ۾ اچڻ ڪان پوءِ ٻين مذهبن وارن سان صحبت ۽ بحث مباحثي ڪرڻ ڪان پوءِ ٻين مذهبن جا اصول معلوم ڪيائين ۽ سڀني مذهبن جي چڪاس وٺڻ ڪان پوءِ ڪنهن هڪڙي مذهب جي تقليد ڪان ڀڳو ۽ تصوف جو مذهب پنهنجي لاءِ پسند ڪيائين ۽ شيخ جنيد ۽ شبلي ۽ بايزيد بسطامي ۽ ابو طالب مڪيءَ جا ڪتاب پڙهي معلوم ڪيائين ته اهو ئي مذهب آهي، جو عملي آهي نه عِلمي ۽ عمل جي لاءِ زهد ۽ رياضت جو ضرور آهي. انهيءَ وقت ڪان وٺي پاڻ به صوفي ٿيو، ۽ دنيا جي نالي ناموس ڪان منهن مٺي، فقير ٿي گودڙي ڪلهي تي رکي نڪري پيو ۽ ملڪ گهمندو وري اچي پنهنجي وطن نيشاپور ڪان نڪتو، جتي هڪڙو تڪيو ڪري رهي پيو ۽ اتي وفات ڪيائين. تصوف جي تاريخ مان معلوم ٿيندو ته ڪيترا وڏا عالم، فاضل، شاعر، اوليا ۽ صوفي ٿي گذريا آهن ۽ صوفين وارا صلح ڪل جا اصول پسند

ڪري، انهيءَ تي پي هليا آهن ۽ تقليدي مذهبن وارو تعصب اصلي چڏي ڏنو اٿن . اهي سڀ ڳالهيون، انهن جي ڪتابن مان ۽ ڪلامن مان معلوم ٿيون ٿين، جي چڱي طرح پڙهي ڏسڻ گهرجن. تصوف جا مختصر اصول هي آهن - پهرين ان جا چار درجا يا مرتبه آهن، جن مان هڪبئي پٺيان هنن کي لنگهڻو ٿو پوي: (1) شريعت يعني ظاهري شرع جو رستو (2) طريقت يعني باطني دل جو رستو، (3) معرفت يعني پهرين پاڻ کي پنهنجي نفس کي سڃاڻڻ ۽ پوءِ خدا کي سڃاڻڻ (4) حقيقت يعني اصلوکي سچي حالت جنهن ۾ ماڻهو واصل بالله ٿو ٿئي. معرفت ٻه حقيقت ۾ اچي وڃي ٿي، تنهنڪري ٽي درجا ٿيا - شريعت جو، نفس ۽ بدن سان واسطو آهي، طريقت جو، دل سان، ۽ حقيقت جو، روح سان. شريعت آهي قاعدا يا اقوال، ۽ طريقت آهي، افعال يا عمل ۽ ڪم ۽ حقيقت آهي احوال يا حالتون. صوفين جا ڪي مکيه عقيدا هي آهن: ماڻهن جا روح، روح ڪل يا خدائي روح جا جزا آهن، جي مرڻ کان پوءِ وڃي حق يا ڪل ۾ پوندا، جيئن قطرو قلزم ۾ پوي. خدائي روح، عالم ۾ پکڙيو پيو آهي. يعني وحدت، ڪثرت ۾ گڏجي وئي آهي ۽ اها هميشه، سندس صنعت يا مخلوقات ۾ موجود هوندي. صوفين جا دنيا ۾ اڪثر

هيئيان عمل يا اصـــول هوندا آهن: ســـپني مذهبن ۽ قومن ۽ ملڪن جي ماڻهن کي پنهنجا پائر ۽ عزيز سمجهي ۽ ٻين مذهب جي برخلاف ڪجهه نه چئجي، نه ڪجي، ۽ ســندن بزرگن ۽ نبين ۽ مرشـــدن کي تعظيم ڏجي، ۽ ٻين تي احســـان ۽ ڀلائي ڪجي، ۽ ڪنهن به طرح جو ايذاءُ يا رنج نه رسائجي. سپني مذهبن ۾ اصـل ڪجهه سچ موجود آهي ۽ عبادت جو مدار دل جي ســچائيءَ تي آهي، نه ظاهري عبادت جي رسمن ۽ راهن تي ۽ سپني قومن لاءِ خدا تعالى، رهبر ۽ هادي ۽ رسول ۽ پيغمبر پي موڪليا آهن، ۽ ســپيئي ماڻهو خدا جا ٻانها آهن ۽ اهو ســپني تي مهربان آهي ۽ انهن مان گنهگارن جي توبهه ڪرڻ ۽ پشيمان ٿيڻ تي ، انهن کي بخشي ٿو، وغيره.

اهڙن قسم جي تعصــب زياده هئڻ جو هڪڙو وڏو سبب هيءُ به آهي ته هڪڙي مذهب وارا ٻئي مذهب وارن کي دشـــمن ســمجهي، انهن جي مذ هب جي اصـــولن کان بيخبر ۽ غير واقف ٿا رهن، بلڪ جيڪو انهيءَ مان واقف ٿيڻ ٿو گهري، تنهن کي به روڪين ٿا ۽ انهي کي پنهنجي اصلوڪي مذهب کان ڦريل ٿا سمجهن. انهيءَ جو علاج هي آهي ته سـپ ڪنهن کي پهرين، پنهنجي مذهب مان خوب واقف ٿيڻ گهرجي، جنهنڪري مکيه اصـــولن جي مقابلي

ڪرڻ جو وجهه ملي ۽ جيڪو عام سچ، سڀني مذهبن ۾ موجود آهي ۽ جوهر وانگر لڪل آهي، سو معلوم ٿي سگهي. انهيءَ لاءِ جدا جدا مذهبن جي ڪتابن پڙهڻ ۾ اعتراض نه هئڻ گهرجي. انهيءَ طرح هڪڙو ماڻهو چڻ ته گهڻن مذهبن وارو ٿي سگهي ٿو، يا گهڻا مذهب گڏجي، هڪڙو مذهب ٿي سگهن ٿا ۽ هر قسم جي مذهب يا قوم جي هڪڙي گڏيل برادري قائم ٿي سگهي ٿي، جيئن فريمسنري يا ٿياسفي ۽ ٻين ڪن اهڙن مخفي جماعتن جو بندوبست آهي، جنهن ۾ هر قوم يا مذهب جا ماڻهو شامل ۽ شريڪ ٿي سگهن ٿا. اهڙي برادريءَ ۾ شامل هئڻ ڪري، هنن جي هڪٻئي سان پائپيءَ واري محبت رهندي ۽ هڪٻين جي بزرگن جي لاءِ هنن کي تعظيم ۽ عزت رهندي. انهيءَ طرح دنيا ۾ چڻ هڪڙي قسم جو وڏو عام عالمگير مذهب قائم ٿي سگهي ٿو. اهڙو صلح ڪل وارو مذهب صوفين جو آهي، جو هڪڙو طبيعي ۽ اخلاقي ۽ سچو پچو عام انساني مذهب آهي، جنهن بابت ڪن صوفي استاد شاعرن جون شاهديون هيٺ ڏجن ٿيون:
شاعر ”شيدا“ چوي ٿو ته ماڻهوءَ کي شمع جو مذهب رکڻ کپي، جا مسلمانن جي گهر به ٻري ۽ هندن جي

گهر به، ۽ جا ٻين جي سوجهري لاءِ، پاڻ کي سچوئي ساڙي ٿي ڇڏي:

(بيت)

در رهِ همت نبايد بود شيدا کم ز شمع،
کز برائي ديگران سوزد سراپا خويش را.

----

جلوه افروز کليسا وحرم يکسان است،
حل نشد مسئلئه کفر ومسلماني شمع.

”صائب“ شاعر ٿو چوي ته ماڻهوءَ کي گهرجي ته ٻين کي هميشه فائدي رسائڻ جي ڪوشش ڪري، جي فائدو نه رسائي سگهي ته نقصان يا ايذا ته نه رسائي! چوي ٿو ته ميوه دار وڻ ٿيڻ گهرجي، نه، ته به سايه دار ٿجي. يعني ميوو نه کارائجي ته من سندس ڇانو ۾ ڪو اچي ويهي آسايش ڪري، پر ڪنڊن وارو وڻ نه ٿجي، يا ڪنهن ڦٽيل جي زخم جو مرهم ٿجي پر نشتر ٿي ٻئي کي زخم نه پهچائجي.

(بيت)

از ثمر شيرين نسازي گر دهانِ خلق را،
سعي کن کز سايه ات چون بيد آسايد کسي،
غمگين مکن اگر نکني شاد خاطري،
گر مرهمِ دلي نشوي نيشتر مباش.

اهو آهي سچن صوفين جو مذهب ته ڪنهين کي ايذائجي يا رنجائجي نه ۽ سپني مذهبن وارن سان هڪجهڙو ٿي هلجي.
”عرفي“ شاعر ٿو چوي ته دنيا ۾ اهڙي طرح هلجي جو سڀ ماڻهو سندس جيئري انهيءَ کي پيار ڪن ۽ مئي کان پوءِ انهيءَ جو ارمان ڪن ۽ مسلمان انهن کي پاڪ پاڻيءَ سان ڌوئي، دفن ڪرڻ گهرن ۽ هندو انهن کي مساڻن ۾ ساڙڻ گهرن.
(بيت)
چنان بانيک وبد عرفي بسر کن کز پسِ مردن
مسلمانت بزمزم شويد وهندو بسوزاند.
”خسرو“ دهلوي شاعر چوي ٿو ته مسلمانن سان سلام عليڪي ڪر ۽ هندن سان رام رام.
(بيت)
خسروا، گر وصل خواهي، صلح کن با خاص وعام،
با مسلمان الله الله با برهمن رام رام
هڪڙو شاعر ٿو چوي ته جڏهن ماڻهو دنيا ۾ رئندو اچي ٿو، يا ڄمي ٿو، تڏهن ٻيا خوشيءَ کان ٻيا کلن، انهيءَ کي، دنيا ۾، اهڙو سڀني ماڻهن سان، سواءِ تعصب جي گذارڻ ۽ رس رکڻ کپي، جو جڏهن مري، تڏهن پاڻ انهيءَ خوشيءَ کان کلندو وڃي ۽ ٻيا سندس لاءِ پيار رئن.

(رباعي)

اي آمده گريان تو و خندان همه کس،
و از آمدنِ تو گشته شادان همه کس.
امروز چنان بزي که فردا چو روي،
خندان تو برون روي و گريان همه کس.

”حافظ“ به چوي ٿو ته دنيا ۾ ائين گذارڻ کپي، جو جڏهن ماڻهو مري تڏهن پيا چون ته هو مئو ئي ناهي يعني انهيءَ کي نيڪيءَ سان پيا ياد ڪن.

(بيت)

چنان زندگاني کن اندر جهان،
که چون مرده باشي نگويند مرد.

”صمدا شيرازي“ شاعر چوي ٿو ته ماڻهو پنهنجي مذهب تي قائم رهي پوءِ ٻين جو مذهب به معلوم ڪري، جيئن پرڪار ٿو ڪري، جنهن جو هڪڙو پير مرڪز تي کتل آهي ۽ ٻيو، چوڌاري پيو ڦري.

(بيت)

همچو پر کاريم يکپا در شريعت استوار،
پائي ديگر سير هفتاد و دو ملت ميکند.

”صائب“ شاعر جو ٻيو به هڪڙو بيت آهي جنهن ۾ چوي ٿو ته خدا کي ويجهو وڃڻ جو سولو رستو آهي، خلق کي خوش رکڻ ۽ نه آزارڻ ۽ ماڻهن جون

دليون هٿ ڪرڻ پوءِ ڪهڙي به مذهب يا فرقي يا قوم جا هجن.
(بيت)
راه بسيارست مردم را بقربِ حق ولي،
راه نزديکش دلِ مردم بدست آوردن ست.
پيو شاعر چوي ٿو ته ائين ڪرڻ چڻ ته وڏو حج ڪرڻ بلڪ ان کان به زياده آهي. (بيت)-
دل بدست آور که حج اکبر ستِ،
از هزاران کعبه يک دل بهتر ستِ.
مولانا جامي به چوي ٿو ته ائين ڪرڻ سان ماڻهو پنهنجا ٻئي جهان آباد ٿو ڪري. (بيت)-
مباد شغلِ تو الا عمارتِ دلها
که در عمارتِ دلها عمارت دوسرا ست.
صائب جو پيو به هڪڙو عمدو بيت آهي جنهن ۾ چوي ٿو ته ٻين سيپني سان دنيا ۾ صلح رک، فقط پاڻ سان يعني پنهنجي نفس سان جنگ ڪر، يعني پنهنجيءَ جند جو فائدو وساري، ٻين سان ڀلائي ڪر. (بيت)-
صائب هزار بار ترا پيش گفته ام،
باخلق صلح ميکن وباخود بجنگ باش.
هيءَ بيت به صائب جو آهي، جنهن ۾ چوي ٿو ته منهنجي ٻين سان ايتري همدردي آهي جو جنهن جي

به پير ۾ ڪنڊو لڳي، اهو چڻ منهنجي پير ۾ ٿو لڳي.
(بيت)-
بسکه آزردم ام، آزرده نخواهم کس را،
در دلم ميخلد آن خار که در پائي هست.
پيو چوي ٿو ته گهڻي عبادت ڪرڻ کان، هڪڙي دل خوش ڪرڻ بهتر آهي. (بيت)-
صد خانه اگر بطاعت آباد کني،
به زان نبود که خاطري شاد کني.
”سعيدا“ شاعر هڪڙي بيت ۾ چوي ٿو، ته دوستن کي، گلن ڏيڻ ۾، ڪا به مروت يا فضيلت ڪانهي. مروت يا فضيلت انهيءَ ۾ آهي ته دشمن جي رستي تان ڪنڊا پاسي ڪجن.
(بيت)
از مروت نيست گل دادن بدست دوستان،
تا توان خاري ز راهِ دشمنان برداشتن.
صائب جو هڪڙو بيت آهي جنهن ۾ چوي ٿو ته ماڻهو، چڱو اهو، جو دنيا ۾، ڪڪر جي پاڇي وانگر هلي، جنهنڪري ڪنهن ماڪوڙيءَ کي به ايذا نه رسائي.
(بيت)
بزرگ اوست که برخاک همچو سايه ابر،
چنان رود که دلِ مور را نيازارد.

هيٺ پنهنجي سنڌ جي اولياءَ ۽ شاعر، شاه صاحب جي رسالي مان ڪي بيت ڏجن ٿا، جن مان معلوم ٿيندو ته، سچن صوفين جي، خلق سان، ڪيتري همدردي آهي، پوءِ اهي ڪهڙي به قوم يا مذهب جا هجن.

(بيت)

صوفيءَ سير سپن ۾ جئن رڳن ۾ ساه،
سا نه ڪري ڳالهڙي، جا پريون پروڙي پساه،
آهيس ريءَ گناه، جي ڪا ڪري پڌري.

-

جي پانئين جوڳي ٿيان ته، سڳ سپيئي ٿوڙ،
جي چاوا جي چاپندا، جيءَ تني سان جوڙ،
ته تون پهچين توڙ، محبت جي ميدان ۾.

-

ڪلمه گو ڪونائيين، ان پر نه ايمان،
دغا تنهنجي دل ۾، شرڪ ۽ شيطان،
منهن ۾ مسلمان، اندر آزر آهيين.

-

منهن ۾ موسى جهڙو، اندر ۾ ابليس.
اهڙو خام خبيث، ڪڏي ڪوه نه ڇڏيين.

-

پائي ڪانُ ڪمان ۾، متان هٽين مون،

مون ۾ آهين تون، متان تنهنجو تو ئي کي لڳي!
فارسيءَ ۾ به اهڙي مضمون جو هڪ بيت آهي ته:
مکش خنجر، مزن بر سينه من،
تو ئي در دل، مبادا بر تو آيد!

## هيٺ پنهنجي شعر مان کي، انهيءَ ساڳئي مضمون تي ڏيندس.

(قطعه)
هر دو جڳ جي، جي تون آسائش گهرين ۽ بهتري،
دوستن سان رک محبت، دشمنن سان دلبري،
چار ڏينهن دنيا جي، دولت جا، غنيمت ڄاڻ يار!
خلق سان نيڪي ڪري وٺ، وجهه نه ملندئي ڪو
وري.
(بيت)
خود پرستي، خود نمائي، خود خيالي، ترڪ ڪر،
نفس سان ڪر جنگ تون، صلح وصفا جي واسطي.
(مثنوي)
ڪنهن سان ڪڏهين اهنج ۽ ايذا نه ڪر،
جا هلت جڳ کي ڏکوئي، سا نه ڪر،
جي بدي ٻئي سان ڪيئي، ڪيئي پاڻ سان،
جيڪي پوکيندين سو پنهنجو لڻندين پاڻ.

نيڪ جو بد ۽ بديءَ جو نيڪ ڦل،
ڪين ڪڍهين توکي ملندو هيڪ پل.
(بيت)
مهر سان جڳ تي نت نگاهه ڪريو،
سڀ کي پنهنجو عزيز آئين سمجهو.
(قطعه)
آسان جي هجي ها مسلمان اي قليچ!
سڀڪو هجي ها شبلي ۽ ادهم ۽ بايزيد.
جيسين نه ٿين اندر ۾ مسلمان تون ادا!
چاڻج يقين، تيسين تون ڪافر رهين پليد،
-
يقين چاڻو ته علمن، سڀن جو آهي مغز،
اول ڪلام خدا جو ۽ پوءِ نبين جو.
تصوف آهي مگر مغز تن ٻنهي جو پڻ،
سو جوهر آهي انهن جو ۽ مغز، مغز سندو.
-
موافقت تون خدا سان قليچ! ڪر پيدا،
مخالفت تون فقط پنهنجي نفس سان پيو ڪر.
ته راس تنهنجا رهن هن ۽ هن جهان ۾ ڪم،
۽ خلق خوش رهي تو مان ۽ تن کان تون خوشتر،
(رباعي)
پيو ڏس ۽ نه ڳالهاءِ، اهو رک مذهب،

گهٽ پاڻ کي ٻئي کان ڄاڻ، ايءَ رکُ مشرب.
تون پاڻ وسار، خير گهر خلق جو نت،
پيو ڏي ۽ نه وٺ ڪي به اهو رک مطلب.
-
مسجد ۽ مڙهي جيسين ڪه ويران نه ٿئي،
ڪل صلح جو جڳ ۾ ساز سامان نه ٿئي.
ايمان جي ڪفر، ڪفر ايمان نه ٿئي،
هڪ ماڻهو حقيقا مسلمان نه ٿئي.
-
منجهه عشق تون ڳار جسم، تا ٿين تو جان،
ٿين چست ۽ چالاڪ تون ۽ شير جوان.
جڏهن ڪفر ٿئي ڪمال، ايمانُ ڏسين،
ڪافر ٿين، جڏهن، ٿئي نه ڪامل ايمان.
-
ڪعبي ۾ ويهي، جي دل تون لاڙين ڏنهن غير،
حجُ تنهنجو ٿئي بت پرستيِ ۽ ڪعبو دير.
پر جي ويهي بتخاني ۾ حق کي ڪرين ياد،
پڪ ڄاڻ ته عاقبت ٿي تنهنجي بالخير.
-
دنيا ۾ خلاف ڪفر ۽ دين جو آهه،
مقصد جي ٻنهي جو هڪ، ته پوءِ اُن ۾ ڇاهه؟
مسلم ۽ هندوءَ جي جنگ مان مطلب ٿئي،

جڏهن پهڻ وڙهن ٻه، نڪري تن مان تڏهن باهه.
-
ڪا دل نه رهي عشق ۾ تنهنجي محزون،
زاهد ڪي رکي عقل خوش، عاشق ڪي جنون.
مسجد ۾ مسلمان، مڙهيءَ ۾ ڪافر،
ڪل حزب بما لديهم فرحون.
-
جنهن رستي وصال حق جو ڳوليِن چڱو،
جنهن در ڪان حجاب حق جو کولين چڱو.
جنهن اک سان ڏسن جمال حق جو بهتر،
جنهن ٻول سان نانءُ حق جو ٻوليِن چڱو.
-
رئندو آئين، دنيا ۾ جڏهن ڪيو ٿي،
ٻيا سپ ٿي کليا، هو خوش سندن جان ۽ تن.
اچ رهه تون ائين، جو جي سپاٽي تون وڃين،
کلندو تون وڃين ۽ ٻيا سپئي رئندا وڃن.
-
شيعي ۽ سنيءَ جا معاملا ٿيا مشهور،
آهين ڪتن ٻلن جا جهيڙا مشهور.
ڪنهن جو نه تعصب رکي ڏاهو ماڻهو،
ٿيو ماسُ گڏهه جو، ڏند ڪتي جا مشهور.
-

الله رسول جو مجان آءٌ فرمان،
دل کؤن رهان آءٌ پنجتن تؤن قربان.
ٹيا يار ۽ اصحابَ سچا مون کي عزيز،
سني چوي، يا رکي کو شيعي جو گمان.
-
هر دين ۽ ملک تنهنجو ٿيو ۽ هر نام،
تڏهن توکي سڏيان چو نه هري ۽ هرنام؟!
جگُ رام ٿيو تنهنجو سپ، اي رحمان رحيم!
دل کي اچي رام رام مان تڏهن آرام.
-
مذهب ٿيا گهڻا، انهن ۾ کي خاص کي عام،
رهبر ٿيو کن جو کفر، کن جو اسلام.
هکڙي ئي وجود کي، جدا نانَو سڏين،
رحمان رحيم کي ۽ کي لچمڻ رام.
-
کر کان پچا، هي کعبو آهي يا دير؟
گمراهي ۽ شک جي دشت ۾ کر نه تون سير.
وچ، واٿ عبادت جي تون شيطان کان سک،
کر سجدو تون هک کي، پيو اڳيان آڻ نه غير.
-
منجھ عشق نه پيدا ۽ نه پنهان آهيان،
آءٌ جسم نه آهيان ۽ نکي جان آهيان.

جنهن ڏي ٿو ڪريان نظر، اهو آهيان آءٌ،
ڪافر نه آهيان آءٌ، نه مسلمان آهيان.
-
تون گبر يهود يا نصارا ڪان نه لڪ،
جت رات پوئي، خدا جو گهر چاڙي ٿڪ.
مسجد ۽ مڙهيءَ مان، حق پرستي مطلب،
گهر جي به ٿيا، ته گهر ڏٺي آهي هڪُ.
-
ميخاني ۾ مست پيو هو زاهد هڪڙو،
تسبيح ڳچيءَ ۾، هٿ ۾ مئي جو شيشو.
-
چيومانس ته آئين تون هتي ڪيئن؟ چيائين:
ميخاني منجهان به حق ڏي آهي رستو!
-
آءُ موٽي تون، ڪير پي هجين، آءُ موٽي،
ڪافر ٿين يا بت پرست ٿين، آءُ موٽي.
درگاهه هي اصل نا اميديءَ جي ناهه،
سؤ پيرا تون توبه پڄين، آءُ موٽي.
هيٺيان بيت به انهيءَ مضـــمون تي آهن، جي اڪثر فارسي ڪتابن تان ورتل آهن:
پير هڪ پرڪار جان آهي شريعت ۾ ڪتل،
بئي سان سپني مذهبن جو سير دائم ٿا ڪريون.

-
شيخ جي ڊپ ڪان ڪئي مون آهي مستي اختيار،
واٽ نه ته مسجد ۽ ميخاني جي مون وٽ آهي هڪ.
-
هندو ۽ مسلمان، دلا هڪڙي ڪنڀر جا،
ڀُڳل ٿا گهڙا ٿانوَ، مگر آهي مٽي هڪ.
-
هڪئي ڏيئو ٿو ڪري مسجد ۽ مڙهي روشن،
اکيون اگرچه ٻه آهن، نگاهه آهي هڪ.
-
مسجد ۾ رهان ڪڏهن رهان ڪڏهن مڙهيءَ ۾،
يعني ٿو سدا ڳوليان آءٌ گهر گهر ڪري حق کي.
-
وٺئي ته ڪعبي ڏي رخ وٺئي ته بتخاني،
جدا ٿيون واٽون ته ڇا ٿيو، جو رهبر آهي هڪ.
-
گهر ڪفر جو ۽ دين جو ٿيو ڌار آهي اڄ،
نه ته ياد ڪر ته ڪعبو به بتخانو هو اڳي.
-
اک ۽ دل توکي ملي، آڏو کليئي، عالم جو باب،
ڪهڙو ٻيو اســـتاد گهرجئي، ڪهڙو ٻيو گهرجئي ڪتاب؟

-

ٿئي بتخاني ۾ يا مسجد ۾،
مدعا سجدو آهي، ڪٿ به ٿئي.

-

ڪعبو، بت خانو ٻئي آهن درڪار،
جنڊ کي ٿا کپن ٻه پهڻ ضرور.

-

ڪفر ۽ دين هڪ ٿيا وحدت ۾،
ڳالھ هوئي ٻن چپن جي نت هڪڙي.

-

ڪفر ايمان ٻئي آهن ويجها،
ڪفر جنهن کي نه ٿيو نه ٿيو ايمان.

-

ڪفر اسلام ٿيا ڌريؤن همراه،
بي ۽ تي بت ٿيو، الف الله.

-

جي ايمان آهي هيءَ ڪعبه پرستي،
ته طعنو بت پرستيءَ تي ڇهي ڪيئن؟

-

لڪل هر جسم اندر آهي جان،
لڪل تئن ڪفر اندر آهي ايمان.

-

ماڻهو سپ منهنجا پاءُ ٿيا طيني،
۽ مسلمان پاءُ ٿيا ديني.
-
عشق جي ملت آهي ٿيهترين،
مذهب عاشق جو ترڪ مذهب آهہ.
-
پروانو ناهيان پر رڪان مذهب انهن جو آءٌ
سپ ڪنهن جي شمع تي ڪريان روشن ٿو پنهنجي اک.
-
مذهب جي لفظي معنى رستو هلت چلت آهہ،
مذهب نه خيال فقط، ويساهہ يا ڪا مت آهہ.
-
ويندين جنهن مذهب ۾ تون ڏسندين اتي جهيڙو ۽ جنگ
جي هجين آرام جو طالب ته صلح ڪل ۾ آهہ.
-
دين پاهتر نه لنگهندين جيسين واصل ٿيندين ڪين،
هوندا ميلن جا پهڻ، باقي ته ڪعبو هوندو دور.

## منهنجو مذهب

گهڻا پڇن ٿا منکان ماڻهو، تنهنجو ڇا مذهب؟
تون سني آهين يا شيعو يا صوفي لا مذهب!
تون مومن آهين، مسلمان، يا آهين ڪافر؟
لکين ڪتاب ٿو سڀ مذهبن جا تون يڪسر.
لکين سبق مٿي اسلام ۽ قرآن ۽ حديث،
۽ مختلف ٻيا مضمون، پاڪ توڙي خبيث.
انجيل پڻ لکيئي توريت ۽ ٿياسفي پي،
فلسفو، هندڪو مذهب، بهائي ۽ دهري،
لکيئي ڪتاب سنين لاءِ ۽ ڪي شيعن لاءِ،
ٿيو ڪفر دين گڏيل، مذهب ايءُ مرڪب هاءِ!
هلين ٿو سڀني سان هڪجهڙو، رس رکين سڀ سان،
طرف نه ڪو وٺين، نافر نه ٿين طرف ڪنهن کان.
ٻڌاءِ سچ، رهين اندر ٻهر ٿو هڪجهڙو؟
يا آهين هڪڙو اندر ۾، ٻهر ۾ آهين ٻيو؟
ڏيان جواب انهن کي آءٌ هي منجهان آرام،
اي دوستدارو! عليڪم سلام ولا ڪرام.
آءٌ پهرين آهيان سڀن جهڙو، مان بني آدم،
سڀيئي ماڻهو ٿيا پائر، انهيءَ ڪري باهم.
ايڪائي، دهري ۽ عيسائي ۽ يهودي پڻ،
۽ فرقا ٻيا گهڻا، اسلامي ۽ هنودي پڻ.
جي سچ اُهي، سڀئي هڪ ماءُ پيءُ جو ٿيا اولاد،
ته پائپي ٿي مٿن فرض، حق جو ايءُ ارشاد.

انهيءَ ڪان پوءِ مسلمان آهيان آءٌ يارو!
مڃان خدا ۽ نبين جو سلسلو سارو.
انهيءَ ڪان پوءِ رکان سڀني سان صحبت ۽ محبت،
ڏٺيءَ جا ٻانها، نبين سڀن جي ٿيا امت.
انهيءَ ڪان پوءِ امت خاص آءٌ محمد جي،
ٿياسين دين جا پائر، شيعا ۽ سني سڀئي!
انهيءَ ڪري ٿيو سارو جهان هڪڙو ڪٽنب،
ٿي پاتي، وير رکڻ، سمجهان آءٌ عظيم ٿو ذنب.
محبت آءٌ رکان سڀني سان درجي وار مگر،
ڪي ويجها ۽ ڪي پري، جيئن ٿي مائٽن جي پر.
رهان سڀن سان سنئون ۽ رکان سڀن سان رسُ،
رنجايان ڪنهن جي نه دل، جيترو پڇيم ٿو وسُ.
وري پڇو جي، ته ڇا تنهنجو مذهبي مشرب،
چوان ٿو آءٌ، ته ٿيو منهنجو ”صلح ڪل“ مطلب.
انهيءَ ڪري آءٌ مسلمان، ڪافر آهيان ٻئي،
سني ۽ شيعو ٻئي آهيان، يا ته ناهيان ٻئي!
نفاق ۽ نه تقيه رکان مذبذب ٿي،
سڏايان پاڻ مسلمان، تن مان مومن پي.
پڙهان نماز ڪڏهن هٿ ٻڌي، ڪڏهن ڇوڙي،
ڪريان نياز سڀن عالمن سان، هٿ جوڙي،
نبيءَ ڪان پوءِ شرف ۾ علي ۽ ان جو آل،
مڃان ٿو، پر ٿيو حڪومت ۾ دنيوي ٻيو حال.

ٺئي ملڪ مال تي جهيڙو، حسب نسب تي ڪونه،
وڙهيو جو پاڪ مٿي ڊوڙي، آل اطهر سو نه.
مڃان رسول جا اصحاب پڻ آءٌ درجي وار،
ڏيان آءٌ مانُ ۽ تعظيم تن کي، ڏيانِ نه گارِ.
نفاق، صدق سندن جو، ڪريان آءٌ فيصلو ڪين،
دلين ۽ غيب سندو علم ٿيو خدا کي يقين!
انهي تي چوڪريان جهيڙا، وڃايان پنهنجو وات،
آءٌ پائيپيءَ جا ڪريان چو نه حق سڀ اثبات؟
مڃان ٿو بعد صحابن جي اولياءَ سڀئي،
هئا جي شيخ طريقت جا ۽ سچا صوفي.
شروع طريقا سڀئي ٿيا ڪنا علي ولي،
امام پاڪ انهيءَ بعد، علم جن مخفي.
اهي ٿيا خاص، ۽ ٻيا عام، جي خدا جا مرد،
مڃان اُهي به، جي ابدال ٿيا ۽ قطب ۽ فرد.
عقيدو منهنجو، نيت منهنجي، حق کي ٿي معلوم،
اميد عفو جي اُن ۾ رکان، جو حي و قيوم.
اهو ٿيو مذهب منهنجو، وٽيوَ جيڪي سڏيوم،
سڏيوم ڪافر، مؤمن، سني، شيعو ڪوٺيوم!
الــٰهي رک مونکي اِنَ اعتقاد تي قائم،
”قليچ“ جو ٿيو تو کي سوال ايءُ دائم.

[2]

# اسلامي تعليم نامو

## (الف) مذهبي تعليم جو مقصد

جيڪڏهن ڌيان ڏئي ڏسبو، ته معلوم ٿيندو ته سڀني مذهبن جي تعليم جا، ٻه مقصد آهن ۽ انهن مان ٻه نصيحتون حاصل ٿين ٿيون. اهي ٻئي سڀڪنهن مذهب جو بنياد آهن. سڀڪا پٽ، بنياد ئي سان، قائم رهي سگهي ٿي ۽ سڀڪو وڻ، پاڙ ئي جي ڪري، مضبوط رهي سگهي ٿو. جي بنياد، پڪو نه هوندو، ته پٽ، ڪري پوندي ۽ جي پاڙ مضبوط نه هوندي، ته وڻ، ڪري پوندو. انهيءَ طرح، جنهن مذهب ۾ اهي ٻه مقصد نه هوندا، سو بي بنياد ۽ مئل چاٽبو. وري انهن ٻن مقصدن جو، مذهب سان، اهڙو واسطو آهي، جهڙو روح جو، جسم سان. جي جسم ۾ روح نه هوندو ته اهو بيڪار آهي. انهيءَ طرح، جنهن مذهب ۾، اهي ٻه مقصد نه هوندا، اهو مذهب بيڪار آهي.

هاڻي، اهي ٻه مقصد هي آهن- هڪڙو خدا کي مڃڻ ۽ سڃاڻڻ، ٻيو، دنيا ۾، ڪنهين کي به ايذا نه رسائڻ يا تڪليف نه ڏيڻ. ائين ڪرڻ سان، ماڻهو، گناهن کان بچي سگهي ٿو ۽ انهن ٻنهي مقصدن تي، نه هلڻ ڪري، هر قسم جا گناهه پيدا ٿي سگهن ٿا، جيئن ته ڪفر، شرڪ، ظلم، ڪوڙ، دغا، چوري، گلا غيبت وغيره. تڏهن اسلامي، مذهب جا به اهي ئي ٻه مقصد آهن ۽ اسلام به انهن ئي ٻن مقصدن جي، تعليم ٿو ڏئي. ۽ اهي ٻئي مقصد اهڙا عمدا، مفيد ۽ حڪمت وارا آهن، جو انهن جي تعريف بيان کان ٻاهر آهي. پهرئين مقصد مان، جو سبق ملي ٿو، تنهن تي هلڻ ڪري، اها اميد رکي ٿي سگهجي ته خدا تعالى، اسان مان خوش ۽ راضي رهندو.

انسان، کي دنيا ۾، ٻين انسانن ۽ مخلوقات سان واسطو ٿو رهي ۽ آخرت ۾، خدا سان. تنهنڪري چئبو ته اها تعليم، اهڙي عمدي آهي، جنهنڪري ماڻهوءَ جا ٻئي جهان موچارا ٿا ٿين.

## (ب) مذهب تي، زماني جي ڦير گهير جو اثر

آزمودي سان معلوم ٿيو آهي ته گهڻي مدت گذرڻ ڪري، ۽ زماني جي گردش ڪري، مذهب جي اصلي تعليم، ڪمزور ٿي وڃي ٿي ۽ دنيا جي ڌنڌن ۽ نفس جي خواهشن ۽ هوا حرص جي ڪري، ٻيون

ڪيتريون ئي واهياتي ڳالهيون، انهن مذهبي مقصدن ۽ اصولن سان گڏجي وڃن ٿيون ۽ بيتعليمي ۽ جهل جي ڪري ماڻهو، انهن واهياتي ڳالهين کي به، مذهب جا اصول سمجهڻ لڳندا آهن. سڀڪنهن مذهب جو، اهو حال ٿيندو آيو آهي، ۽ درجي بدرجي، ماڻهو، مذهب جي سچن اصولن کان، ويا آهن پري پوندا ۽ رسمن رواجن، وسوسن، ۽ خام خيالن کي، ويا آهن مذهبي حڪم سمجهندا. ياد رکڻ گهرجي ته دنيا ۾، ڪا به شيءِ، گهڻي عرصي تائين، پنهنجي ساڳي اصلوڪيءَ حالت تي، قائم رهي نٿي سگهي، ضرور منجهس ڦير گهير پيدا ٿئي ٿي. مذهب جو به ساڳيو اهو حال آهي جيئن ڪو مذهب زياده قديم، ۽ جهونو هوندو، تيئن منجهس اهڙي قسم جي ڦير گهير، زياده هوندي. انهيءَ صورت ۾، انهيءَ کي وري پنهنجي اصلي صورت ۽ حالت تي آڻي بيهارڻ، نهايت مشڪل ڪم آهي. انهيءَ هوندي به، ڪن عالي دماغ ۽ عقلمند ماڻهن کي خدا جي هدايت ٿئي ٿي ۽ هو پنهنجي مذهب جو عيب صواب معلوم ڪري سگهن ٿا، ۽ جيڪا نامناسب ڦير گهير، انهيءَ ۾ پيدا ٿي آهي، سا هنن کي، صاف ڏسڻ ۾ اچي ٿي ۽ هو ڪوشش ڪن ٿا ته پنهنجي مذهب جي اصلاح ڪن ۽ سچ کي ڪوڙ کان جدا ڪن. ٻين مذهبن جي

نسبت، وري به اسلام کي، انهن ڦيرين گهيرين مان نڪري، پنهنجي اصلي حالت ۾ اچڻ آسان آهي، جو ٻين وانگي، سندن پاڪ ڪتاب يعني قرآن شريف، زماني جي دست درازيءَ ۽ ماڻهن جي وڌل ڦير گهير کان، بچي ويو آهي ۽ منجهس، هڪڙي اکر، بلڪ هڪڙي نقطي جو به تفاوت نه ٿيو آهي. اها قرآن جي حفاظت، اسلام جي هادي نبي صلي الله عليه وسلم جن جو هڪڙو معجزو شمار ۾ ٿو اچي، تنهنڪري جي اسلام جي مذهب ۾، ڪا ڦير گهير پئجي وئي آهي، ته انهيءَ جي اصلاح، آسانيءَ سان ڪري ٿي سگهجي جو خدا جو ڪلام ۽ پاڪ ڪتاب، اسان وٽ صحيح سالم موجود آهي.
هتي، شايد اهو سوال اٿندو، ته اها ڦير گهير، اهڙين حالتن ۾، ڪيئن ۽ ڇو ٿي، ۽ ڪهڙي قسم جي ماڻهن وڌي؟ انهيءَ جو جواب اهو آهي، ته اها ڦير گهير، ڪن خود غرض ۽ مطلبي عالمن ۽ ڪوڙن پيرن مرشدن ۽ ڍونگي صوفين ۽ درويشن، ظالم ۽ خود پسند حاڪمن ۽ ٻين بيعلم جاهل ماڻهن جي وڌل آهي.
گهڻائي پڙهيل ماڻهو آهن، جي نه ديني علم رکن ٿا ۽ نه عمل، ۽ پاڻ کي عالم ۽ مولوي سڏائي، قرآن جي آيتن جون معنائون، پنهنجي مطلب جي ثابتيءَ لاءِ ٿا ڪڍن ۽ ٻڌائين. گهڻائي پير فقير آهن، جي قرآن ۽

حديث کان پورا واقف ناهن ۽ پنهنجي سـرخروئي يا دنيائي فائدي جي لاءِ، پاڻ کي مذهبي پيشوا ۽ مرشد ٿا چوائين، گهڻائي مولوي آهن، جي شروع کان وٺي، عربي نه ڄاڻندڙ کي، سـچي معنى سـمجهائڻ ۽ ٻي ضـروري تعليم ڏيڻ ۾ بخيل رهيا آهن، انهيءَ ڊپ کان، ته متان عام جاهل ماڻهو، واقف ٿين ۽ اسان جي محتاجيءَ کان ڇٽن، ۽ عزت نه ڏين، يا ٻيءَ طرح نه ورسائين.

تنهنڪري، ضرور آهي ته عام مسلمانن کي، پوريءَ طرح خبر پوي، ته ڪهڙيون ڳالهيون اسلامي آهن، يعني خدا ۽ رسول صلي الله عليه وسلم جي حڪمن موجب آهن ۽ ڪهڙيون ناهن، اسين هيٺ ذڪر ٿا ڪريون.

(ج) صورت ۽ پوشاڪ ۽ شادي غميءَ جي رسمن جي نسبت ۾، ڪهڙيون ڳالهيون، اسلامي تعليم ناهن؟

(1) صورت ۽ پوشاڪ جو، حقيقت ڪري، اسلام سان ڪو به واسطو ڪونهي. انهن بابت، قرآن شريف ۾ ڪي به ڪين چيل آهي. اسلام جو مقصد ٻيو آهي، اهڙين ظاهرداريءَ جي ڳالهين سان، انهيءَ جو ڪو به واسطو ڪونهي، بلڪ حديث ۾ آهي ته خدا تعالى، اوهان جي صورت ڏي نٿو ڏسي، پر اوهان جي دل ڏي ٿو ڏسي، ۽ سڀ ڪم، دل جي نيت

تي منحصـــر آهن. جيڪي، ماڻهو ظاهري صـــورت کي، اسـلام جو وڏو اصـول ٿا سـمجهن، سـي حقيقت ڪري، اســـلام کـان غير واقف آهن. صـــورت ۽ پوشاڪ جي نسبت ۾، ويچار جوڳي ڳالهه اها آهي، ته صـورت ۽ پوشـاڪ، اهڙي هئڻ گهرجي جنهنڪري ماڻهن ۾ رواجي آسائش ۽ وهنوار لاءِ، مومن ۽ ڪافر جي وچ ۾، يا جدا جدا قومن ۽ مذهبن جي وچ ۾، ڪو فرق معلوم ٿي سـگهي ۽ ٻئي آسـانيءَ سـان، سـڃاڻپ سگهن، متان، ماڻهو، پلجي يا ٿڳجي وڃن ۽ انهن کي ڪنهن ســبب، ڪو ايذا يا نقصـــان رســـي! اهڙين ظاهرداريءَ جي ڳالهين جو، اسلام جي مذهب سان، ڪو به واسطو ڪونهي، بلڪ قوميت يا تهذيب سان آهي. هرهـڪ ملـڪ ۽ هرهـڪ قوم جي تهـذيـب علحدي آهي، جنهن جي ڪري، انهن جو فرق معلوم ٿي ســـگهي ٿو، نه فقط صـــورت ۽ پوشـــاڪ ۾، پر کائڻ، اٿڻ، هلڻ چلڻ ۽ ٻين رسمن رواجن ۽ دستورن ۾ به.

انهيءَ نظر تي، قرآن جي اهـا تعليم نـاهي، تـه ڏاڙهي هيئن رکو ۽ مڇون هيئن رکو، يا مٿي جا وار ڪوڙايو يا وڌايو يا چڳون لڙڪائي ڇڏيو، يا ســـينڌ هيئن ڪڍو، يا پهراڻ هن قسـم جا ڍڪيو ۽ پٽڪا هن طرح سـان ٻڌو يا ٽوپيون، اصـل نه ڍڪيو ۽ جي ائين

نه ڪندؤ، ته آخرت ۾، اوهان کي سخت عذاب ملندو يا دوزخ ۾ ويندؤ.
(2) ساڳيءَ طرح شادي ۽ غميءَ جي رسمن جو، اسلام سان ڪو به واسطو ڪونهي. اسلام جي اها تعليم ناهي، ته جڏهن پٽن جي طهور يا ختنو ڪرايو تڏهن وڏيءَ ڌوم ڌام سان ڪرايو ۽ گهوڙي تي چاڙهي، انهن کي سرگشت ڪرايو ۽ شاديءَ جيترو ئي خرچ ڪريو. يا جڏهن ڪنهن ٻار جي چٽي ڪريو يا ان جي قرآن شروع ڪرڻ يا پوري ڪرڻ جي خوشي ڪريو، تڏهن گهوڙي تي چاڙهي گهمايوس ۽ دهل دماما وڄايو ۽ ناچ ڪريو ۽ شاديءَ جهڙي ماني ڪريو. يا جڏهن شادي ڪريو تڏهن مينديون لايو ۽ ورهايو ۽ کهنبا ڪريو ۽ کوهيءَ تان پاڻي پريو ۽ ٻيا بيهودا ۽ بي معنى سڱڻ ساٺ ڪريو ۽ دهل ۽ باجا وڄايو ۽ ڪجريون نچايو ۽ وڏا مهر ٻڌو ۽ مانيءَ جي مجلس ۽ ٻين تماشن تي، بي انداز ۽ بيصرفي خرچ ڪريو نه ته نڪاح برابر نه ٿيندو ۽ اوهين گنهگار ٿيندؤ.
(3) نڪي وري مرڻي يا غميءَ وقت، قرآن جي اها تعليم آهي ته گهر جا ڀاتي ۽ ٻيا عزيز خويش، سڀ گڏ ٿي ”يا حسين! يا حسين!“ ڪري منهن مٿا پٽيو ۽ اوسر ڪري روئو ۽ پٽيو ۽ ڪانڌپي ۽ ٿيجهي جي

مانيءَ تي، ٻوڙ پلاهه ڪريو ۽ ماڻهن کي کارايو يا چاليهي ۽ سال پڄڻ تي يا هر هفتي، جمعي جي رات، ماني ڪريو ۽ اوڙي پاڙي ۾ وراهي ڏيو ۽ مٺايون ۽ ميوا ورهايو ۽ غريب محتاج وساري، يارن دوستن کي سڏي کارايو، نڪو وري اهڙو حڪم آهي ته ٿن ڏينهن کان وڌيڪ پٿر ڪريو ۽ ڪارا ڪپڙا ڍڪي ٻيءَ طرح ماتم ۽ سوءِ ڪريو يا هر هفتي ، وار وار تي سپ زالون گڏ ٿي روئن ۽ پار ڪڍن.

(د) خدا پرستيءَ جي نسبت ۾، ڪهڙيون ڳالهيون اسلامي تعليم ناهن؟

اسلام ۾، خدا پرستيءَ کان سواءِ، ٻي ڪنهن به شيءِ جي پرستش ڪرڻ، روا ناهي، نه گور پرستي، نه آب ۽ آتش پرستي، نه ٻئي ڪنهن به قسم جي بت پرستي! قرآن جي اها تعليم ناهي، ته پيرن ۽ اوليائن ۽ ٻين بزرگن جي قبرن تي وڃي، انهن کان دعا گهرو ۽ چؤ ته اسان جون مرادون پڄايو يا انهن تي ميٽائون ڪريو ۽ چوٽيون ۽ وار ڪوڙايو ۽ انهن جي چوڌاري ڦرو ۽ انهن کي چميون ڏيو، ۽ زالون، دهلن ۽ شرناين سان، انهن تي وڃن، ۽ خوشيون ڪن ۽ مٺايون ۽ مانيون وراهين ۽ ناچ ڪن ۽ راڳ ڳائين ۽ انهن تي پوش ۽ پڙ چاڙهين يا مٺو ۽ اڳڙيون ٻڌن.

نڪي قرآن جي اها تعليم آهي ته درياه يا ڪوه تي وڃي، خواجه خضر جي نالي، يا بهاني، هار يا ڏيا ٻاريو يا ناريل وغيره، خواجه خضر جي نالي، پاڻيءَ ۾ وجهو، يا پيران پير يا ڪنهن ٻئي بزرگ جي بهاني، ڪنهن مڪان يا ٿان کي مقرر ڪري، اتي پوڄا لاءِ وڃو ۽ دعائون گهرو ۽ منٿايون وراهيو ۽ مانيون ڪريو، يا وري هوليءَ جي موقعي تي يا ڪنهن ٻئي هنڌ، ڪي ڏينهن، سيتلا ماتا جي پوڄا لاءِ، پاڻيءَ جا چنڊا هٿو يا ٻيا سڱڻ ساٺ ڪريو يا ٻاهه جي چوڌاري ڦرو يا ڏياريءَ تي، ڪڏٽا ٺاهي، ڏيا ٻاريو ۽ پهڻ ۽ ڪاٺ ۽ ڪاغذ تي، شاهه جا قدم ڪڍي يا اوليائن جون تصويرون ڪڍي، انهن کي چمو ۽ اکين تي رکو ۽ پوڄيو يا عاشورن جي ڏينهن ۾ باهه جا مچ ٻاري، انهن جي چوڌاري ڦرو ۽ ”يا حسين! يا حسين!“ ڪري لڏو ۽ ڦرو ۽ پٽيو يا سيج ۽ تابوت ۽ گهوڙي ۽ دلدل کي پوڄيو ۽ انهن کي پيرين پئو ۽ چمو ۽ انهن تي پتاشا ۽ ٻيا نذرانا رکو ۽ انهن کان دعائون گهرو ۽ انهن کي گهمايو ۽ گشت ڪرايو ۽ انهن سان مرثيا پڙهندا گهٽين ڪوچن ۾ ڦرندا وتو.

(هه) ظلم ۽ زيادتيءَ جهڙن ڪمن جي نسبت ۾، ڪهڙيون ڳالهيون، اسلامي تعليم ناهن!

قرآن جي اها تعليم ناهي، ته ظلم ۽ زيادتيءَ جهڙا ڪم ڪريو، جي گهڻن قسمن جا آهن، جيئن ته ڪنهن کي ناحق قتل ڪرڻ يا ايذا رسائڻ، زور زبردستي يا ڦر مار ڪرڻ، چوري ڪرڻ، باھ ڏيڻ، ڌاڙو هڻڻ، ٻئي تي ڪوڙي تهمت رکڻ، گلا غيبت ڪرڻ، دست درازي ڪرڻ، ظالم کي مدد ڏيڻ، رشوت وٺڻ، ٺڳي ۽ دغا بازي ڪرڻ، انجام نه پاڙڻ، بيوفائي ۽ نمڪحرامي ڪرڻ، خيانت يا ڪپت ڪرڻ، زنا ڪرڻ، مذهبي تعصب ڪرڻ، اولاد کي تربيت ۽ تعليم ڏيڻ کان غفلت ڪرڻ، بيوه زال کي نڪاح کان روڪڻ، ڪنهن به ماڻهوءَ کي ڪنهن شرعي ڪم ڪرڻ کان منع ڪرڻ، جانورن کي ايذا رسائڻ يا ستائڻ، ٻئي ماڻهوءَ جي توهين ڪرڻ يا ڪنهن کان حقارت رکڻ، اهي سڀ بچڙا ۽ ظلم جا ڪم آهن، جن کان اسلام منع ٿو ڪري ۽ قرآن ۾، ظالمن تي لعنت ڪيل آهي.

قرآن جي اها تعليم ناهي، ته بالغ ڌيون، گهر ۾ وهاري ڇڏجن ۽ اجاين وهمن ۽ خيالن ۽ عذرن سبب، انهن کي شادي ڪرڻ نه ڏجي، يا وري انهن جي پڇڻ ۽ شرعي اجازت کان سواءِ، سندن مرضيءَ جي برخلاف، پرڻائي ڇڏجي، اهو به ظلم ۾ داخل آهي. نڪي، قرآن اها تعليم ٿو ڏئي، ته شادي ۾ اهڙا وڏا

مهر يا ڪابين ڍنو، جي ادا ڪري نه سگھن ۽ پوءِ، جي اتفاق سان مڙس ۽ زال جي وچ ۾، حد کان وڌيڪ ناسازي پيدا ٿئي، ته مهر جي بندش ڪري، ڇڪتاڻ ٿئي ۽ طلاق ڏئي نه سگھي، ائين ڪرڻ به هڪڙو ظلم آهي.

قرآن جي اها تعليم به ناهي، ته جي اوهان کي شادي جي لاءِ پئسو به نه هجي ته قرض کڻي، شادي ڪريو يا جوان ڌيون، انهيءَ عذر تي وهاري ڇڏيو، جنهنڪري خرابيون پيدا ٿي سگھن ۽ پنهنجيءَ وسعت آهر ٿوري خرچ تي اصل شادي نه ڪريو.

قرآن جي اها تعليم ناهي ته جي اوهين مفلس ۽ غريب ٿي وڃو ته پوءِ، پورهيو نه ڪريو ۽ فقير ٿي سوال ڪندا ۽ پڌندا وتو يا چوري، ٺڳي ۽ ڪپٽ جا ڪم ڪريو يا نوڪريءَ ۾ رهي، بي ايماني ڪريو ۽ رشوت وٺو. نڪي وري، قرآن جي اها تعليم آهي ته جڏهن دولتمند ٿيو، تڏهن اجايا خرچ ڪريو ۽ عيش عشرت ۾ گذاريو يا ٻين جا خانا خراب ڪريو يا زنا ڪريو ۽ شراب پيو ۽ جوا ڪريو يا پاڻ کي وڏو ماڻهو سمجهي، ٻين کان حقارت ڪريو ۽ انهن جي گلا غيبت ڪريو.

قرآن جي اها تعليم به ناهي، ته ٻين مذهبن وارن کي، اجايو سجايو ڳالهايو ۽ تعصب جي ڪري، انهن کي

تڪليف ۽ ايذا رســـايو يا زور ڪري يا ٺڳاري، ٻئي
ڪي، پنهنجي دين تي آڻيو، يا مذهب جي ڪري ملڪ
۾ فساد مچايو ۽ حاڪمن جي برخلاف، ڪو تحرڪ
ڪريو، جنهنڪري خونريزي ۽ دنگو ٿئي يــا
ســرڪار جي نمڪ حلالي ۽ وفاداري ڇڏي ملڪ ۾
بگاڙو وجهو.
(و) خدا جي پرستش جي نسبت ۾ ڪهڙيون ڳالهيون
اسلام ناهن؟
قرآن جي تعليم، خدا جي پرســـتش بابت هيءَ آهي ته
خدا کي هڪڙو ڪري مڃيو ۽ ٻئي ڪنهين کي به،
انهيءَ ســـان شــريڪ نه ڪريو. انهيءَ کي، نه ماءُ
آهي ۽ نه پيءُ آهي، نه زال آهي نه ٻار. انهن ســـڀني
کــان هو پــاڪ آهي. انهيءَ هڪڙي جي عبــادت
ڪريو ۽ جيڪو انهيءَ جي بنــدگيءَ ڪرڻ ۾ ٻيو،
ڪو، انهيءَ ســـان، شـــامل ۽ شــريڪ کندو ســو
مشـــرڪ ۽ ڪافر ٿيندو ۽ دوزخ ۾ ويندو. شـــرڪ
جهڙو، ٻيو وڏو گناهه ڪونهي ۽ اهو، معاف ٿيڻ جو
ناهي، ٻيا سڀ گناهه معاف ٿي سگهن ٿا.
قرآن جي تعليم، آهي ته پيغمبرن، اوليائن، مرشدن يا
عالمن کي، خدا جهڙو درجو نه ڏيو ۽ خدا کان سواءِ،
ڪنهن به ٻئي ماڻهوءَ کان، دعا يا مراد نه گهرو. خدا
اوهان کي، تمام ويجهو آهي ۽ اهو، اوهان جو هر

ڪو سوال ڀڇي ٿو. انهيءَ جي بندگي ڪريو ۽ انهيءَ
کي ياد ڪريو ۽ انهيءَ کان ڊڄندا رهو ۽ انهيءَ جي
نعمتن جي شـــڪر گذاري ڪريو ۽ مصـــيبت جي
وقت، صبر ڪريو ۽ انهيءَ کان مدد گهرو.
قرآن جي تعليم آهي، ته خدا کان، ســواءِ ٻئي ڪنهن
کي، غيب جي خبر ناهي. دين جو علم ســڪو ۽ هنر
ســـڪو، ۽ جاهل نه بنجو. جيڪا او هان کي خبر نه
هجي، ســـا پڇي معلوم ڪريو. پنهنجي خيـال يـا
مرضـــيءَ موجب يا نفس جي چئي تي نه هلو، يعني
بدعت جهڙا ڪم نه ڪريو.
قرآن جي تعليم آهي، ته ڀلائي ۽ برائي، خدا جي هٿ
۾ آهي، ۽ انهيءَ جي تقدير آهي، ليڪن هو پاڻ چڱو
آهي تنهن کان هميشه ڀلائي ٿي رسي، برائي ماڻهوءَ
کي پنهنجن ئي خراب اعمالن کان ٿي رسي.
قرآن جي تعليم آهي، ته خدا، ماڻهن جي هدايت لاءِ،
پيغمبر موڪليا آهن ۽ اهو، هن جو، انســانن تي،
نهايت وڏو احسان آهي. اهي، خدا جو حڪم پهچائين
ٿا ۽ انهن کي مڃڻ گهرجي ۽ انهن جي حڪمن تي
هلڻ گهرجي ۽ انهن کي تعظيم ڏيڻ گهرجي. جيئن الله
تي ايمان آڻجي، تيئن ســندس موڪليلن پاڪ ڪتابن
تي ۽ قيامت جي ڏينهن جي حســاب ڪتاب تي پڻ
ايمان آڻجي.

قرآن جي تعليم آهي، ته ايمان سان گڏ چڱا عمل به ضروري آهن. عبادت، يعني نماز، روزو، حج ۽ زڪوات فرض آهن، ۽ اهي، سچيءَ دل سان ادا ڪرڻ گهرجن، ۽ گناهه جهڙن ڪمن کان پاسو ڪرڻ گهرجي، ۽ نيڪ ڪمن ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ گهرجي.

قرآن جي تعليم آهي، ته دين جي ڪمن ۾ ڪوڙ نه ڪريو، ۽ نه ماڻهن کي گمراهه ڪريو. جي عالم، بي عمل آهن، ۽ دنيا جي دولت کي، پنهنجو دين ٿا چاڻن، سي يورن وانگي آهن، بلڪ قرآن جي تعليم آهي، ته حق کي نه لڪايو ۽ سچ ۾ ڪوڙ نه گڏيو ۽ نه ڪوڙيون معنائون بنائي، ماڻهن کي گمراهه ڪريو ۽ ملڪ ۾ فساد برپا ڪريو. جيڪي به ڪريو، سو خدا ڪارڻ ڪريو ۽ پنهنجي فائدي يا مطلب تي ڪي به نه ڪريو، ۽ نه ڪوڙو قسم کڻو.

(ز) خدا جي خلق جي نسبت ۾، ڪهڙيون ڳالهيون اسلامي تعليم ناهن؟

قرآن جي اها تعليم آهي، ته پنهنجي عيال ۽ گهر جي ڀاتين کي، دين جي تعليم ۽ تربيت ڏيو ۽ خدا جي عبادت جي، انهن کي ترغيب ڏيو ۽ انهيءَ کان، هنن کي، غافل رهڻ نه ڏيو. چڱن ڪمن ۾، هڪبئي جي پلي مدد ڪريو، پر جيڪڏهن او هان مان، ڪن به

ٻن ڄڻن يا فرقن جي وچ ۾، نفاق يا جهيڙو هجي، ته انهن جو پاڻ ۾ صلح ڪرايو ۽ هميشه ضروري ڪمن ۾ پاڻ ۾ صلاح مشورو ڪندا رهو.
قرآن جي تعليم آهي، ته ٻين تي ظلم نه ڪريو، پنهنجن هٿن سان، پاڻ کي، هلاڪت ۾ نه وجهو. عدل ۽ انصاف کي نه ڇڏيو. صبر ۽ شڪر ڪندا رهو.
فضول خرچي ۽ اسراف نه ڪريو، نه بخيلي (بخل) ڪريو، سخا خيرات، نيڪيءَ ۾ احسان جي ڪمن ۾، پيسو خرچيو ۽ انهيءَ سان گڏ، قناعت ۽ توڪل به ڪريو. ٻئي تي ٺوڪ يا ٺٺولي نه ڪريو ۽ نه ڪنهن جي گلا غيبت ڪريو. اخلاق چڱا رکو. ٻين مذهبن وارن کي، اجايو سجايو نه ڳالهايو. بحث مباحثي ۾ نرميءَ سان گفتگو ڪريو. ٻئي کي نصيحت ڪرڻ ۽ فهمايش يا سيکت ڏيڻ ۾ نرمي ڪريو. هٺ ۽ وڏائي يا شوخي، مور نه ڪريو.
قرآن جي تعليم آهي، ته زنا ۽ بيحيائي نه ڪريو. ڪنهن کي تڪليف ۽ ايذا نه رسايو. شراب نه پيو، جوا نه ڪريو، حرام نه کائو، خيانت نه ڪريو. ماپ ۽ تور ۾ گهٽتائي نه ڪريو. وياج نه کائو، ٻئي تي، ڪوڙي تهمت نه لايو. ڪاوڙ ماريو، حسد نه ڪريو ۽ ٻين جا قصور معاف ڪريو. يتيمن تي رحم ڪريو ۽ انهن جو مال نه کائو، ۽ زالن کي ضرورت کان

ســـواءِ، پردي کان ٻاهر رهڻ نه ڏيو ۽ برقعي کان ســواءِ ٻاهر وڃڻ نه ڏيو، نه فقط، پاڻ جهڙن انســانن کي ايذا نه رســايو، پر جيڪي گگدام جانور آهن، تن کي به، ايذا نه رســايو ۽ هميشـــه انهن تي، رحم جي نظر ڪندا رهو، جيڪي گناهه ڪريو، تن جي، لاءِ سچيءَ دل سان توبهه ڪريو ۽ خدا کان معافي گهرو ۽ چاڻي ٻجهي، گناهه جهڙا ڪم نه ڪريو.
قرآن جي تعليم آهي، ته جيڪي غير شرعي ۽ بدعت جهڙيون رســمون، اوهان ۾ اچي پيون آهن ســـي، نه ڪريو. شـــادي جي يــا مرڻ جي نســـبـــت ۾، جيڪي ڪرڻو آهي، ســـو ســـنت آهي ۽ اهو آهي عزيزن خويشن ۽ دوستن کي سڏي، نڪاح پڙهائڻ ۽ ڪارڪون يا مٺائي ورهائڻ. ماني ڪارائڻ به جائز آهي، پر جي وســـعت نــه هجي تــه قرض کڻي، نــه ڪارائجي. نڪي مرڻي تي، رُئڻ پٽڻ اوســـر ڪرڻ يا ٽيجهي، چاليهي، ۽ سال تي ماني ڪرڻ جو ضـرور آهي. خيرات جي ماني، فقيرن ۽ محتاجن کي، ڪارائڻ ۾ حرڪت ڪانهي، مگر دعوت ڪري، اهڙن وڏن ماڻهن کي ڪارائڻ ۽ انهيءَ تي اجايو خرچ ڪرڻ، اسلام جي تعليم جي خلاف آهي.

* هومسـٽيڊ هال حيدرآباد ۾ 27 فيبروري 1927ع تي ”جدا جدا مذهبن جي ڪانفرنس“ جي موقعي تي مرزا صاحب مرحوم جو خطبهء صدارت.

http://www.sindhiadabiboard.org/Catalogue/Articles/Book8/Book_page1.html